


# سنڌ سلامت ڪتاب گهر



سنڌ سلامت ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن سلسلي جو ڪتاب نمبر (102) اوهان اڳيان پيش ڪجي ٿو. هي ڪتاب **”اجري ڌرتي ميرا ماڻهو“** پياري دوست ۽ ليکڪ **يار محمد چانڊيي** جو لکيل ناول آهي. هي ناول سنڌ جي موجوده سياسي، سماجي، مذهبي ۽ ادبي پسمنظر ۾ لکيل آهي جنهن جا ڪردار اسان جي روزمره جا ڪردار آهن.

اسين ٿورائتا آهيون يار محمد چانڊيي جا جنهن هن ڪتاب جي سافٽ ڪاپي موڪلي ڏني ۽ ڪتاب سنڌ سلامت تي پيش ڪرڻ جي اجازت ڏني. هي ڪتاب **ڪنول پبليڪيشن قنبر** پاران ڇپائي مارڪيٽ ۾ آندو ويو آهي.

اوهان سڀني دوستن، بزرگن ۽ ساڃاهه وندن جي قيمتي مشورن، راين، صلاحن ۽ رهنمائي جو منتظر.


**محمد سليمان وساڻ**
مينيجنگ ايڊيٽر (اعزازي)
سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام

sulemanwassan@gmail.com
www.sindhsalamat.com




# اُجري ڌرتي ميرا ماڻهو

(ناول)

## يار محمد چانڊيو






BOOK NO: (139)

- Ujri Dharti Mera Manhoon
(Novel)
- YAR MUHAMMAD CHANDIO
FIRST EDITION 2014


- اجري ڌرتي ميرا ماڻهو
(ناول)
- يار محمد چانڊيو
چاپو پهريون: ڊسمبر 2014ع
ڪمپوزنگ@ٽائيٽل: ڪنول گروپ
ڪنول
پبليڪيشن قنبر

**ملھ**: 150 روپيا

**ڪتاب ملڻ جا هنڌ:**

- پتائي ڪتاب گهر، حيدرآباد. سنڌيڪا ڪتاب گهر، حيدرآباد
- فڪشن هائوس، حيدرآباد، - ڪنگ پن بڪ هائوس پريس ڪلب، حيدرآباد
- ڪامريڊ بڪ اسٽال، ڄامشورو - رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو
- مهراڻ ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو- وسيم ڪتاب گهر، شڪارپور
- سنڌيڪا ڪتاب گهر، سکر- تهذيب بڪ اسٽور، خيرپورميرس
- ٿر ڪتاب گهر، مٺي، الفتح نيوز ايجنسي، سکر

مهاڳ:

# سنڌي ٻوليءَ ۾
# هڪ جداگانه انداز واري ناول جو اضافو

”اجري ڌرتي ميرا ماٿهو“ بنيادي طور هڪ جداگانه رومانوي ناول آهي، جنهن ۾ انساني درد ڀرين ڪيفيتن ۽ خوشين سان گڏ سماجي صورتحال کي به سٺي انداز ۾ اجاگر ڪيو ويو آهي. ناول جي عمدي ٻولي، اسلوب، ڪردار نگاري ۽ واقعا نگاري جي پختگي واري انداز ۾ پيشڪش کي ڏسي ائين بلڪل به نه ٿو لڳي ته ليکڪ ڪو نئون ليکڪ آهي ۽ يا سندس هي پهريون ناول هجي!

هن ناول جي ليکڪ يار محمد چانڊيئي ادبي ماحول ۾ پرورش پائي، صحافتي ۽ ادبي ذميوارين ۾ به پاڻ ملهايو آهي. شاعري سان به نهايت شوق اٿس ۽ هن پنهنجي ان شاعراڻي حس کي ڪاڪي پرڪاش جي ڪردار ذريعي سگهاري انداز سان پيش ڪيو آهي.

هن ناول ۾ ڪيترائي منظر نهايت سليقي سان سنواري لکيا ۽ پيش ڪيا ويا آهن. خاص طور جڏهن ڪلپنا جي پيءُ جي ديهانت ٿئي ٿو ته ٻئي پاسي ساڳي وقت ڪلپنا جي ساٿي وشال جي شاديءَ جي پهرين رات آهي ۽ هو پنهنجي وني جي ويجهو ئي مس وڃي ٿو ته ڪلپنا سندس شادي ڪان اڻڄاڻ هوندي ڪيس پنهنجي پيءُ جي ديهانت جي خبر ٻڌائي ٿي ۽ ساڻ ساڻ جڏهن ڪيس خبر پوي ٿي ته وشال شادي جي ٻنڌڻن ۾ ٻڌجي چڪو آهي ته ان وقت هڪ دل جي آبادي ۽ ٻئي دل جي بربادي‌ءَ جو منظر ليکڪ جي اسلوب جو خاص ۽ ناول جو يادگار بابُ ٿي اڀري ٿو.

اصل ۾ ليکڪ پنهنجي مرڪزي ڪردار وشال جي ٻوپان ڪافي محبوبائون لڳائي ڇڏيون آهن. جن سان سٺي انداز ۾ زندگي گذاريندي هن ناول جي سيني ڪردارن کي پنهنجي هڪ جداگانه سڃاڻپ ڏني آهي، هونئن به هر شاهڪار تخليق تڏهن پاڻ مڃائيندي آهي جڏهن ان جا سڀ ڪردار پنهنجي ڪردار ذريعي هڪ الڳ سڃاڻپ رکندڙ هجن!



دت پارتي ۽ ڪرشن چندر جي ”گهمڻ ڦرڻ هڪ سان، پيار ۽ محبت ٻي سان ۽ شادي وري ٽئين سان“ واري روشن خيال کي اڳتي وڌائيندي هن سنڌ جي هڪ نئين ڪردار ”وشال“ کي ڏاڍو پراثر ڪردار بخشي نهايت پاپولر ڏيکاريو آهي، جيڪو پنهنجي سچائي سان اڳتي وڌندي ڌرتي ۽ سرتي جي تحفظ جو خاص خيال رکي ٿو، جنهن جي جواب ۾ ڪيس هڪ ٻئي پيار ڪندڙ ڪردار ”ماهين“ جي سامهون اچڻو پوي ٿو، جيڪا ڪيس هن لفظن سان مخاطب ٿئي ٿي:

”تون وڏو مداري آهين وشال“ ماهين جو آواز ڳرو ٿيڻ لڳو، چيائين ”تنهنجون هڪ ۾ اکيون آهن، ٻي ۾ هٿ...... ۽ ٽين ۾ آسرو!“

”اکيون ڪنهن ۾ آهن؟“

”مون ۾!“

”هٿ؟“

”آرزو ۾!“

”۽ آسرو؟“

”ڪلپنا ۾!!“

سنڌ جي انتهائي عدمِ تحفظ واري بگڙيل صورتحال کي اثرائتي انداز ۾ منظرعام تي آڻي هڪ وقتائتو تاريخي ناول لکي ليکڪ يار محمد چانڊيي پنهنجي جانبدار ليکڪ هجڻ جو فرض نڀايو آهي. خاص طور هن مذهبي ڪٽرپڻي ۽ غير جمهوري عمل کي نهايت شدت سان وائکو ڪيو آهي، جنهن جي اظهار لاءِ سنڌي قوم جي سادگي ۽ پير پرستي جي شڪار ٿيل ”آرزو“ جي ڪردار به واڃت وجائي ڇڏيا آهن. آرزو، جيڪا خود هڪ پيار ڪندڙ جوان ڇوڪري آهي، پر ليکڪ ان ڪردار جي زباني هڪ اهڙي حقيقت کي سامهون آندو آهي، جنهن پسِ پرده قوت جي آڏو انساني حقن جون تنظيمون به بيوس ۽ لاچار آهن، اڃو ته ليکڪ جي ناول ”اجري ڌرتي، ميرا ماٿهو“ ۾ پيش ڪيل ان انوکي مزاحمت کي سندس لفظن ۾ پرکيون:

”انساني حقن جون سڀ تنظيمون انهن جون ذيلي تنظيمون آهن.“ آرزو جو آواز جهيڻو ٿي رهيو هو، چيائين ”هو ملڪ جا ڪرتا ڌرتا آهن، چاهن ته جمهوريت هجي ۽ چاهن ته آمريتي راڄ...!! هنن جون سنگينون ڪير ٿو

روڪي سگهي ....؟ ”مان“ جيڪا تنهنجي سامهون آهيان، تنهن جو نالو ”راڻي“ آهي۔ اسلام آباد جي راڻي....! سنڌ جي حسن کي اسلام آباد جا وڏا وڏا سفيد پوش سجدو ڪندڙ آهن.... مون کي آرزو جي سڄاڻپ ڪير بہ واپس ڏئي نہ ٿو سگهي!! ڪير بہ نہ ....!؟“

”ڪلپنا“ هن ناول جو اهم ڪردار آهي، جيڪا وشال سان گڏجي سنڌي هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ اهڙو مثبت ڪردار ادا ڪري ٿي، جيئن اجرڪ جي ٻن پڙن کي ڪير ڌبي آهي. مان سمجهان ٿو ناول ۾ ليکڪ جي شعوري ڪوشش بہ قومي تشخص جي سڃاڻپ کي اجاگر ڪرڻ آهي. هن ناول ۾ سنڌ جي پاڪستان کان علحدگي جي انهن انديشن تي بہ فوڪس ڪيو ويو آهي، جن عملن سان سنڌ جي ٻچڙن جي خون جا پيرا ڳُجهن قوتن ڏانهن وڃن ٿا، رياستي ڏاڍ ۽ جبر سان گڏوگڏ خود سنڌين کي سنڌين سان ويڙهائڻ ان بي حس ۽ جارحاني روين جو حل آخر ڇا آهي؟ واري سوچ تي سرجيل هي ناول ”اجري ڌرتي، ميرا ماڻهو“ سنڌي ادب جو جداگانہ تاريخي ناول آهي، جنهن جي پڄاڻي سنڌ جي قومي جذبي کي قائم رکڻ جي پيغام مان واضح ٿئي ٿو تہ هي ناول نہ رڳو ڌڙڪندڙ دلين جي ترجماني ڪندڙ آهي پر هڪ خوش آئند مستقبل جي اميد جو اهڃاڻ ٿي پڙهندڙن جي دلين لاءِ آٿت بہ بڻجي ٿو.

**بيدل مسرور**

سچل ڳوٺ - ڪراچي سنڌ.

09 دسمبر 2014ع



<u>ليکڪ جي پاونا:</u>

## کهاڻي کان ناول تائين جو سفر!

ڌڙڪندڙ دل جو درد:

پريم جي سڦلتا جي آس...!!

راتين جي تنهائي؟

خوابن جي پيڙا؟

پنهنجي ترتيب ڏنل ناول جو نئون مجموعو ..... ؟ يا منتظر محبتن جو هڪ البم .....!؟

خبر ناهي .... منهنجون تحريرون، منهنجي پنهنجي جيون ۾ ٻوڙي ايندڙ حالتن جي پيڙا آهن يا سماج جي ڪنهن گمنام موڙ تي اچانڪ ڇرڪ پرائي ويندڙ هاڃن جي روڳ کان بہ وڌيڪ پاونائون ارپيندڙ حالتن جو ليک .....!؟ اهڙو درد، جنهن جي ڪاٿَ کان ڪنهن جو مَن بہ خالي ناهي.......!! پر پوءِ بہ هر نئين صبح جي نڪورتا، محبتن جي ديس ۾ قدم رکڻ لاءِ اُتاولن احساسن کي جنم ڏيندي آهي..... منتظر محبتون آخر جلاوطن محبتن جي ڇيهہ تي پهچي پاري درد جو باعث ڇو ٿيون بڻجن ..... ؟ محبت .... نفرت.... ۽ جلا وطني جي روڳ ۾ حياتن جي ابتدا ۽ انتها تائين لکندي بہ مون ڏاڍو پوڳيو آهي ..... نيڻ ڳوڙهن جي قطارن ۾ پِنا ۽ رُنا آهن......!!

منهنجو هي ناول **’اجري ڌرتي ميرا ماڻهو‘** شعور کان محروم اونداهين ڌرتي جي ميرانجهڙي مِٽي ۾ گم ٿي ويل سڃاڻپ/ ڳولا جي پروڙ آهي ۽ مان جهڙوڪر جياپي جي جستجو ۾ ڪاڪي پرڪاش جي اداس روح جو حصو هجان، جيڪو ڌرتي جي عشق ۾ سڀ ڪجهہ وڃائي ڇڏيندو آهي.... پنهنجي زندگي .... پنهنجا رشتا .... ۽ پنهنجا احساس بہ ........!!!

ناول جو پيو ڪردار ’ماهِ لقا‘ منهنجي آڪين ڏٺي درد جو حصو آهي .... هوءَ پنهنجي عزتن جي تقدس جو ڀرم رکندي سماج جي بگهڙن سان مهاڏو اٽڪائيندي رهي ..... هڪ ڏينهن سماج جي درندهہ فردن هٿان نہ رڳو هن جي آشائن جو ڏيئو ظلم جي طوفان سان وسايو ويو ٿو، پر هن جي جوان جيون جو بہ انت آندو وڃي ٿو .... ظلم جي ان ڪاري رات جي طوفان پويان ڪهڙين

حالت جو هٿ هو... ؟ ڳوٺ جي ڳلين ۾ ايندڙ طوفانن کي ڪنهن جنم ڏنو... ؟ڇو جنم ڏنو... ؟ اهو سڀ هن ناول **’ اجري ڌرتي ميرا ماڻهو ‘** جو حصو آهي...!!

ناول جا هونئن ته ڪجهه ٻيا به ڪردار آهن، جن جي پنهنجي پنهنجي الڳ سڃاڻپ آهي، پر جوڀن جي خوشبوءِ ۽ عشق جي راهه ۾ حاصلات جون ڊوڙون پائيندڙ ’آرزو‘ جي ڪهاڻي به اوهان کي پنهنجي ئي ڪٺور معاشري جي ڪهاڻي لڳندي، جنهن ۾ هوءَ سنڌ جي هڪ ڳوٺ کان نڪري اسلام آباد جي راڻي/ ڪال گرل بڻجي ٿي ..... آرزو جي درد جي ڪهاڻي، سنڌ جي انهن سوين پتڪي ويل جوان دليون رکندڙ عورتن جي ڪهاڻين کان باخبر ڪري ٿي، جنهن ۾ سفيد پوش ماڻهو عهدن جي آڙ ۾ ڇا ڇا نه ٿا ڪن... ؟! غريب ماڻهو، غربت سبب پنهنجي خاندان، عيال يا ويجهن رشتيدارن کي نه سنڀالي سگهي ته بکيو، پيڻگيو ۽ لاپرواهي جي الزامن هيٺ .... ۽ جي ڪو سفيد پوش/ وردي وارو/ پئسي وارو عورتن جي دلالي ۾ به سرفهرست هوندو ته به واهه واهه...! انهيءَ معاشري جي تبديلي اوس اچڻي آهي .... پر آڻيندو ڪير... ؟ آرزو، اهڙي پٿر دل سماج جو حصو بڻي ته ڪيئن، جهڙن سوالن جا جواب به اوهان کي هن ناول ۾ ملندا......!! ڳوٺ جي ڳلين ۾، پوتي جي پاند ۾ جواني کي لڪائي هلندڙ آرزو اسلام آباد ۾ جينز ڪيئن پاتي...؟ اهي ڪهڙا هٿ هئا/ آهن، جنهن آرزو جي جوڀن ۾ وئشيا جا ٺهڪ پيري چڙهيا ..... آرزو انهن هٿن جي مضبوط گرفت/ پڪڙ ۾ ايندي پنهنجي ضمير جي درد ۾ ٻُڏڻ لاءِ تيار ته ٿي، پر واپس ورڻ لاءِ نه...! اوهان مان ڪو به هڪ جيڪڏهن مجبور آرزو سان ملاقات ڪري ته سندس ڏکي دل ۾ ضرور جهاتي پائي... ...!! ۽ ڪائنس پڇي ته تون پريم جي پنڌ ۾ بازارِ حُسن تائين ڪيئن پهتينءَ ...!؟

’ماهين ۽ ڪلپنا‘ هن ناول جا ٻه مُکيه ڪردار آهن، جنهن جي پريم جي جادو ۾ حاصلات ۽ لاحاصلات جو درد هڪجهڙو ڏسجي ٿو...! ماهين حاصلات جي سرحد تي بيهي ’منتظر محبتن‘ جو حصو رهي ٿي .... ۽ ڪلپنا **’اجري ڌرتي ميرا ماڻهو ‘** جي پيڙا ۾ سڏڪا ڀري ٻارن جيان روئي پوي ٿي.....!

هن ناول ۾ ’جيجي‘ جو ڪردار منهنجي پنهنجي جيجي جو ڪردار آهي، ناول مڪمل ٿيڻ واري مرحلي کان پوءِ، جڏهن پنهنجي پاران واري لفظن تي پهتو آهيان، تڏهن منهنجي جيجي مون کان ڏور هلي وئي آهي ۽ مون وٽ



ڳوڙهن جي آلاڻ ۽ ڪجهه يادن کان سواءِ ڪجهه نه رهيو آهي...ٻاروتڻ ۾ هن جي ڇيچ پڪڙي ڳوٺ کان ڊڪڻ شهر ايندي مون کان بگي گهوڙي جا آواز به نه وسريا آهن! شهر ايندي هوءَ سڀ کان پهريان مون کي ڪاڪي غلام الله جي دڪان تان گل بيدا وني ڏئي پوءِ گهر جو سودو سامان وٺندي هئي .... جيجي .... منهنجي ٻاروتڻ جي دوست ...اڄ جڏهن ان جي مزار تي آيو آهيان، تڏهن سمجهان ٿو منهنجو وجود اڻپورو ٿي ويو آهي ۽ منهنجي ٻاروتڻ دفن ...!!

دنيا جي وڌندڙ عدم تشدد واري صورتحال اڄ جي آدم کي پٿرن جي دؤر وارو آدم خور بنائي ڇڏيو آهي.... چوڌسا رتوڇاڻ، ڌرتي تي رت پياڪ/ وحشي قافلن جي جَهجهي انداز/ تعداد ۾، وڌي وڃڻ واري انديشي جي تصديق ڪري ٿي...! ڌرتي ڇا ڪارج رکي ٿي ۽ انسان ڇا... ؟ اهڙي سوچ جي پروان ٿيڻ سان انسان جي شعور جي تاريخ جو اپمانُ ٿئي ٿو......!! رت ۾ وهنتل ماڻهو تاريخ جي فرياد آهن، جن جي ڇيخن مان معلوم ٿئي ٿو، ته اڄ جو هٿيارن سان مُسلح ماڻهو ماڻهپي جي سڃاڻپ کان ڪيترو پري بيٺل آهي... ؟ سڄي ڌرتي جي امن کي هٿيارن جي نمائش/ استعمال سان تاراج ڪندڙ / عالمي سوچ جا مدبر سڏائيندڙ آخر پاڻ کي انساني حقن جي تاريخ جو گنهگار ڇو ٿا ثابت ڪن... ؟ ڇا دنيا جي امن جون واڳون هٿيارن جي ڊوڙ ۾ سرفهرست ملڪن جي سربراهن جي هٿن ۾ آهن... ؟ يا مظلوم قومن سان ٿيندڙ بغداد/ ظلم جي پويان پنهنجي ئي اندروني حالتن جو اثر آهي .......!!! آخر مذهب/ ڌرم جي آڙ ۾ رت جي وهندڙ درياهه کي ڪير روڪيندو... ؟ ممتا جي اجڙندڙ جهولين ۾ اميدن جا ڇانورا ڪڏهن واپس ٿيندا... ؟ اهڙا ڪيترائي سوال سوچيندي هن ناول ۾ آشا جي ننيڙي اميد کي منظر عام تي آندو آهي...!

مسيحا جي سڃاڻپ رکندڙ ماڻهن، اڄ جي هن جديد تعليم واري دؤر ۾ ماڻهپي جي مورچي کي ڦٽو ڪري، انسانيت جي ويساهه کي ڇو لڇايو آهي.... احساسن کان ڪورا/ خالي مَن حرس/ لالچ جي گهوڙي تي سوار ٿي عام ٻي پهچ ماڻهن کي پنهنجي منزل جي ڏاڪڻ سمجهي، اهو ڄاڻندي به ڪين لتاڙي، اڳتي وڌڻ ڇوٿا چاهين ته، مظلوم جي آهه عرش خدا کي جُنبش ۾ آڻي ٿي، اهڙي درد جي رد عمل ۾ ٿيندڙ مزاحمت جو ذڪر به اوهان کي هن ئي ناول ۾ هڪ تبديلي جو سنيهو ارپيندو ..... ورهاڱن جي وڍن/ المين جي ڪٿا تائين ويچاريندي

هڪ ليکڪ جو قلم ڇاٿو ڪري سگهي...؟! اهي ورهاڱا ڌرتي جا ورهاڱا به آهين ته دلين جا به...! جسمن جا ورهاڱا آهن ته روحن جا به ...! انهن ورهاڱن جي پيڙا کي محسوس ڪندي جڏهن اوهان جي دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي، تڏهن مان ائين سمجهندس، جهڙوڪ امن ۽ درد جي ان سفر ۾ اوهان به ديس جا باضمير/ ذميوار فردن ۾ شامل قطار جو حصو آهيو ........!!

درد ڇا آهي؟

انفرادي خوشي جي پويان ملندڙ درد وڏيڪ ڀاري ٿئي ٿو يا اجتماعي درد...؟ جنم ڀومي سان بيحد لڳاءُ رکڻ جي موٽ ۾ بي يقيني واري صورتحال جلاوطن ٿيڻ تي مجبور ڪيئن ٿي ڪري...؟ اهڙين حالتن جي عڪاسي ڪندي/ ناول لکندي مون اڍائي مهينن جو وقت لڳايو آهي... لڳاتار اڍائي مهينن جا ڏينهن ته ڀوڳيو ئي ڀوڳيو آهي، پر اڍائي مهينن جون اونداهيون/ چانڊوڪيون راتيون به تڙپندي ۽ سوچيندي گذاريون آهن ..!

’مان هي ناول ڇو لکيو آهي ـ؟‘ جي جواب ۾ ايترو ئي چوڻ/ اظهار ڪرڻ جو حق بجانب رکان ٿو، ته منهنجو هي ناول سفر پنهنجي قومي درد جو ردعمل آهي.... جڏهن سنڌ ڇاين جي عبادت گاهن تي، مذهبي جنونيت جي آڙ ۾ حملا ٿيڻ شروع ٿيا، تڏهن اقتدار ڌڻين جي خاموشي پويان مون کي بين الاقوامي سازشن جو ڳجهو هٿ نظر آيو ته منهنجي اندر جو ليکاري تڙپي اٿيو ۽ مان **’اجري ڌرتي ميرا ماٿهو ‘** سري هيٺ لکجندڙ ناول کي پايہ تڪميل تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي. منهنجو هي تخليقي پورهيو، ڇَپائي جي حوالي سان پيون ڪتاب آهي..... پنهنجي پهرين ڪهاڻي ڪتاب **’جنم جنم الميو‘** جي موٽ ۾ پنهنجي دوستن جيڪا ڀرپور موٽ ڏني، مان انهن جو تهہ دل سان شڪريو ادا ڪندي، اهائي اميد رکان ٿو ته اوهان منهنجي هن ٻئين/ ناول ڪتاب، **’اجري ڌرتي ميرا ماٿهو‘** تي به پنهنجي راءِ ضرور ڏيندا:

اوهان جي راين جي اوسيئڙي ۾

**يار محمد چانڊيو**
**رتوديرو**
yaarchandio@gmail.com
Cell: 0345_3830271



# اُجري ڌرتي ميرا ماٿهو

# 1

**زندگي** ۾ پهريون ڀيرو هن جي ويهن ڏينهن جي جدائي جهڙو ڪر جياپي ۾ موت جي ٻه واٽي تي آڻي بيهاريو آهي...! پل پل جي دوريءَ هڪ پل به چين سان رهڻ نه ڏنو آهي.... دوستن سان هوندي دوستن کان ڏور .... خيالن ۾ گم... گهر ۾ هوندي ويهڻ وهڻ .... رات جو اکين ۾ اوجاڳا.... تڙپ ... هوءَ الائي ڪڏهن ايندي ....؟ ايندي به الائي نه!؟

ڪلپنا_!

منهنجي زندگي جي آرزو، جواني جي سونهن ۽ خوابن جي راڻي.

اڄ ممبئي کان ڪراچي ايئرپورٽ تي پنهنجي جنم ڀومي تي واپس اچڻي آهي ۽ مان گلابن جا گل ڪڻي سندس آجيان لاءِ انتظار ۾ بيٺو آهيان .... هوءَ منهنجي پاڙيسرياڻي ۽ ڪلاس ميٽ آهي....روزاني لاڪاليج تائين اچڻ ۽ وڃڻ سبب پاڻ ۾ خيالن جي هڪ جهڙائي ۽ ڌرتي ڌڻين جي درد کي پنهنجو درد سمجهڻ واري هم آهنگي وڌي آهي، تڏهن ته هن جي ممبئي ياترا سبب پاڻ کي هر گهڙي اڪيلائي جي نتهڻ اُس ۾ پگهرجندي محسوس ڪري رهيو آهيان .... اکين ۾ انتظار.... دل ۾ ٻڏتر .... ”پرائي ديس ۾ رهندي هن سکون پاتو هوندو الاءِ درد؟“.... هوءَ پنهنجي پپاءُ راجڪمار جي ڳالهين ۾ اچي ڪٿي ممبئي ۾ رهڻ جو فيصلو ته نه ڪري ويٺي هوندي، جيڪو سنڌ ۾ وڌندڙ بدامني، دهشت گردي ۽ هندو برادريءَ سان ٿيندڙ مذهبي روش جي ڪري گذريل پنجن سالن کان ممبئي ۾ ننڍڙو ڪاروبار ڪري پيٽ جو گذر سفر ڪري رهيو آهي..... پر ڪلپنا ته ڌرتيءَ جي عشق ۾ تمام گهڻو اڳتي نڪري ويل آهي... ان جي آدرشن جو ڌرتيءَ سان گهرو سبنڌ آهي.... هن جي پرورش ۾ سندس پتا جي شعور جا رنگ ڀريل آهن .

جنم ڀومي ڇا آهي؟

جنم ڀومي جو فرض ۽ قرض ڇا آهي؟

هن جي ذهن ۾ پتا جو نظريو جڙيل آهي:

”ماڻهو ڪٿي به هجي، جنم ڀومي ڏانهن واپسي ضرور ڪري...!!“

۽ هوءَ اڄ ويهن ڏينهن کان پوءِ واپس اچي رهي آهي_



جنم ڀوميءَ جو پيار هن کي ڌرتيءَ سان ويجهڙو ڪري رهيو آهي ۽ مان هن جو ڪراچي ايئرپورٽ تي انتظار ڪندي ٿڪجندي به نه ٿڪيو آهيان...!!

منهنجو انتظار ويو ٿي طويل ٿيندو.... جهڙي طرح هن سواءِ ويهه ڏينهن ويهن جنمن جهڙا ڀاسيا هئا، تهڙي طرح وقت جون موجود گهڙيون به ڀاري عذاب کان گهٽ نه پئي ڀانيو ... پنهنجي ان درد سان سرشار ڪيفيت کي پاڻ مٿان حاوي ٿيندي ڏسندي سوچيم: ”ڪلپنا! تون ڇا ڄاڻين....؟ پاڻ بظاهر ته فقط سُٺا دوست ٿا ليکيا وڃون، پر سچ اڃان ڪي ٻيو آهي.......!! تون مون کان دور آهين ته جيون جي هر هڪ پل، ڏکويل من جو مالڪ بڻايو آهي.... تون ناهين ته اندر درد جي سحر ۾ ڪويل ، ڪويل ۽ اکيون ڇڻ پٿر جو ٻيو روپ هجن.......!!“

”وشال! .... هاءِ...!!“

سوچ جو سحر ٽٽي ويو.

سامهون نهاريم.

هوءَ پوڄا ايئروپلين جي اڏام ذريعي ايئرپورٽ تي نه ڄاڻ ته ڪهڙي مهل پهچي چڪي هئي.

”ڪيئن آهين؟“

ڪلپنا جي اکين ۾ خوشين جون ريکائون اڀري آيون. مان ڏانهنس پيار ڀرين/ معصوم نگاهن سان ڏسندي ئي رهجي ويس.

”گونگا! توسان ٿي ڳالهايان... ڪٿي گم ٿي وئين....؟ هان....؟ ڇا پيو سوچين؟؟“

”ڪجهه به نه.... “

”پوءِ به.....؟“

”بس ڏسان ٿو ته تون ڪيڏو تبديل ٿي وئي آهين....! “

”ڇا تبديل ٿيو آهي....؟“

” وڌيڪ سندر ٿي لڳين، ڀانيان ٿو ته ڀارت جي هوا توکي ڀانءِ اچي وئي آهي.....“

”مَسکو نه مارِ.... “

”سچ ٿو چوان.... !“ چيم: ”تون واقعي ڏاڍي خوبصورت ٿي پئي آهين.“

”اڇا.... “

"ها...."

"اهو تنهنجي نظرن جو ڪمال آهي....."

"واقعي ڪلپنا...." ٿڏو ساهه ڪڃي ويو.

پڇڪيم: "تنهنجي حُسن! منهنجي جواني ۾ زلزلو برپا ڪري ڇڏيو آهي، تنهنجي پويان ساهن جي ترتيب بي ترتيب ٿي وئي هئي.... ۽ جڏهن هينئر منهنجي سامهون بيٺي آهين، تڏهن بہ دل جي ڌڙڪن تيز ـ تيز ٿي رهي آهي.... هيءَ ڪهڙي ڪيفيت آهي، جو مان نہ توکان دور ٿو رهي سگهان ۽ نہ ئي توکي ويجهو ڪان ڏسي پاڻ ٿو سنڀالي سگهان....؟"

"ڇا ٿو چئين... ٿورو زور سان ڳالهاءِ؟"

"ڪلپنا!" منهنجو آواز بلند ٿيڻ لڳو "ڪڏهن ڪڏهن، جيڪي ڳالهيون چوڻ گهربيون آهن، سي چپن کان ٻاهر نہ نڪري سگهنديون آهن."

"ان جو سبب تہ ظاهر هجڻ گهرجي؟"

"جڏهن اندر ۾ ڪڙي ۽ ٻاهر ۾ ٻي هوندي آهي، تڏهن زبان ساٿ ڇڏي ويندي آهي ۽ هر ڳالهہ اڌمو/ پڇڪو بنجي دبجي رهجي ويندي آهي."

"اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟"

"اهائي!" چيم: "تہ تون جواني جي خوشبوءِ جي ڳهاٽي سهيلي ٿي وئي آهين".

ڪلپنا جي بند سنهڙن چپن مان وڏو ٽهڪ نڪري ويو، اکين سان شرارت ڪندي چيائين "اڳتي ڇا پروگرام آهي؟"

"هلبو!"

"ڪيڏانهن....؟"

"سِڌو لاڙڪاڻي...."

ڪلپنا ۽ مان ايئرپورٽ کان ٻاهر پنهنجي گاڏي طرف وڌڻ لڳاسين، منهنجون اکير سان پريل نظرون بار بار هن جي سونهن سان نڪري آيل ڇهري ڏانهن ڪڇي ۽ جُهڪي ٿي ويون.

"ڪلپنا"

"هون!" ڪلپنا جون نظرون مون طرف متوجهہ ٿي ويون چيائين: "وري ڪهڙي خيالن جي وهڪري ۾ هليو وئين؟"



"منهنجي هٿ ۾ گل آهن...." چيم: "تنهنجي آجيان، انتهائي پيار ۽ پنهنجائپ سان ڪرڻ گهران ٿو."

منهنجا هٿ هن جي زلفن کي ڇهڻ لڳا، هوءَ هڪ پل لاءِ شرمائجي ڳاڙهي ۽ پيلي ٿيڻ لڳي....! اکيون جهڪائي ڇڏيائين....!

ڪلپنا ۽ مان گفتگو ڪندا ايئرپورٽ کان ٻاهر اچي پنهنجي گاڏي ۾ ويٺاسين، جتي مان ڊرائيونگ ڪرڻ لڳو هوس ۽ هوءَ منهنجي پرسان سيٽ تي اطمينان سان ڪراچي جي رنگينين کي گهوري ڏسي رهي هئي. گاڏي آهستي هلندي گاڏين جي شور ۾ داخل ٿي، پر هوءَ چپ، روشنين ۾ گم هئي.... مان ڪڏهن ڪڏهن هن جي جوڀن سان ڀريل وجود ۽ سندس وجود تي اوڍيل ساڙهي کي چور نگاهن سان ڏسندو پئي رهيس...!!

"راجڪمار ڪيئن هو؟"

"ٺيڪ نہ هو!" منهنجي پڇڻ تي هن جو ڌيان مون طرف ٿي ويو، چيائين "هن جي مزاج ۾ تبديلي نہ آئي آهي... هر پل پنهنجي جنم ڀومي سنڌ جو فڪر اٿس... ڌرتي کان جلاوطني واري پيڙا هن جي زندگي جو حصو ٿي وئي آهي...."

"۽ هن جو ڪاروبار ڪيئن ٿو هلي؟"

"هن جو ڪاروبار تہ سنو ٿو هلي، پر... ديس کان ڌار رهڻ وارو درد، هن جي مستقل بنيادن تي اڳتي وڌڻ واري سفر ۾ رڪاوٽ بنيل آهي."

"هن کي سنڌ ۾ ئي ڪاروبار ڪرڻ کپندو هو...."

"غير يقيني واري صورتحال کي نظر ۾ رکي هن کي اهڙو فيصلو ڪرڻو پيو هو...."

"پر....!"

"ڇا پر....؟"

"اها ڳنڀير صورتحال تہ سمورن ديس واسين لاءِ آهي.... ڦرلٽ....! اغوا....! عدم تحفظ .... ۽ مذهبي انتشار جي وڌندڙ رجحان جا اثر، ٻنا ڪنهن فرق جي سڀني ديس جاين لاءِ هڪ جهڙا آهن...."

مون غور ڪري ڪلپنا ڏانهن نهاريو، هوءَ پنهنجي پاءُ جي ذڪر نڪرڻ تي غمگين ٿي وئي هئي، ڪيس وڌيڪ چيم: "جيئن عيسائين جا چرچ گهر ۽ هندن

جا مندر غير محفوظ آهن، تيئن مسلمانن جون مسجدون بہ رتوچاڻ کان محفوظ نہ آهن.... سنڌي قوم جي وجود کي فنا ڪرڻ لاءِ گهريون سازشون گردش ڪري رهيون آهن!“

”پيڙائن جو شڪار تہ مان ٿي وئي آهيان وشال!“ ڪلپنا جي اکين مان درد ساگر جو روپ ڌاري ظاهر ٿيڻ لڳو، چيائين ”مشڪل ۾ تہ مان ڦاٿي آهيان.... چئن پاٽين تي مشتمل خاندان وکري ويو..... امان وقت کان اڳ ديهانت ڪري وئي... ادا راجڪمار هندُ ۾... بابو پيرسني ۾ بہ سنڌ جي مِٽي کي چنبڙيو پيو آهي.... ۽ مان پڻ ديسن جي ڀٽڪيل مسافر . نہ سنڌ ۾ مستقبل ٿو نظر اچي ۽ نہ ئي هنڌ ۾ اندر کي شانتي ٿي ملي..... مان ڪيترن حصن ۾ ورهائجي وئي آهيان....!“

ڪلپنا سراپا نروس ٿي وئي!

هن جو اندر موهن جي آثارن جيان ڀُري رهيو هو...!!

”ڪلپنا! تون ايترو اداس ٿي پاڻ کي وڌيڪ پريشان نہ ڪر!“ چيم: ” وقت جو اينڌڙ وهڪرو، تنهنجي زندگي ۾ ضرور خوشيون آڻيندو...!!“

”سياڻو ڪنهن ڏنو آهي وشال....!؟ اهو ڪير بہ نہ ٿو ڄاڻي تہ اڄ جي درد پويان ڇا لڪيل آهي....؟ خوشيون يا وڌيڪ پاونائون....؟“

اداس ٿي ويل ڪلپنا جي ڏکي حالت ڏني برداشت نہ ٿي، هن کي حالتن سان دليرانہ انداز ۾ سمجهوتي/ مقابلي ڪرڻ جو سمجهائيندو رهيس.

اسان جي گاڏي سپر هاءِ وني حيدرآباد جي حدن ۾ داخل ٿيڻ واري هئي، جو خاموش گهڙين ۾ هن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، چيائين: ”حجت ۾ هڪڙو عرض رکجي، جيڪڏهن قبول پوي تہ....!“

”جي....!“ وراڻيم ”اوهان عرض نَہ حڪم ڪندا ڪيو.... “

”منهنجي مَن تي مونجهہ جو انڌيرو پکڙجي رهيو آهي، چاهيان ٿي ڀِٽ شاهہ تي حاضري ڀرڻ ضروري آهي .... “

”منهنجي دل جي ڳالهہ ڪئي اٿئي!“ چيم ”تنهنجو فيصلو منهنجي بہ ترجماني ڪري ٿو.“

شام جو سِجُ آخري پساهن ۾ هو، اسان ڀِٽ ڌڻي جي نگري ۾ پهچي ويا هئاسين... هر ڏسا ماڻهن جو ميڙ متل هو.... عجيب دل کي سڪون ڏيندڙ



ماحول...! سڀ ماڻهو، بنا ڪنهن مذهبي فرق جي ، سڀ جو سڀ هڪ ئي مرشد جي پيراندي کان ويٺل هئا . مُقبري جي اترئين، اوڀارين ۽ ڏاکڻي پاسي کان صوفي فقير انسانيت جي فلسفي کي آلاپي رهيا هئا.

رات آهستي آهستي گهري ٿيڻ لڳي هئي ۽ مان وقت جي رفتار کي معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجي بند ڪري رکيل موبائيل کي آنِ ڪيو تہ هڪ نامعلوم نمبر تان ڪالن جي ڀرمار لڳي وئي:

”جي!“ آهستي ڳالهايم ”اوهان ڪير؟ ڪهڙو ڪم آهي؟“

”ڏيو خبر سائين؟“ پريان آواز آيو.

”جيڪا پڇو؟“

”مرشد جي ؟“

”مرشد زنده باد“ چيم: ”پر توکي ڪنهن ٻڌايو تہ مان مرشد جي سامهون ويٺو آهيان...!!“

”مرشد جي سامهون ويٺو آهين سائين ؟“

”ها.“

”تون سچ ٿو چوين؟“

”ها بابا!“

”تہ پوءِ سائين؟“

”ڇا پوءِ؟“

”ٻڌرايوس نہ پوليس کان“

”ٻڌرايانس ....! ڇا مطلب؟“ ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي تہ ڪانئس پيهر پڇيم:

”تون آهين ڪير...؟ چوڻ ڇا ٿو چاهين؟.... تنهنجو آواز شور ۾ مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي؟؟“

”صابو ٿو ڳالهايان سائين“

”صابو ڳوٺ وارو؟“

”ها سائين“

”اوهہ . نياڳا...!!“ ڪجهہ ياد ايندي ئي وراڻيم ” مان پنهنجي مرشد لطيف سرڪار جي سامهون ويٺو آهيان . توهان جي رهزن مرشد جي سامهون نہ...!“

صابو جي ڪال ڪٽيندي مون کي رهزن مرشد جو ڪارنامو ياد اچڻ لڳو:

اهي ٻه ڪي ڏينهن هئا، جڏهن مون کي نئين نئين مُڇن جي ساول لٿي هئي. مان هونئن ته اڪثر پڙهائي جي سلسلي ۾ شهر رهندو هوس، پر ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺ به وڃڻو پوندو هو.

هڪ ڀيري ڇهن مهينن جي وٿي ڪان پوءِ جيئن ئي ڳوٺ وڃي پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيو هوس ته بابو سائين آيو هو، چيائين "وشال پٽ...! چڱو ٿيو اچي وئين...!! ويهه نه...! اٿ ... اچ ته هلون ٿا."

"ڪيڏانهن؟"

"مرشد ڏانهن!" بابو جڻ جهومي پيو، چيائين "اسان وڏا ڀاڳن وارا آهيون، مرشد اسان جي ڳوٺ آيو آهي."

"آءُ نه هلندس بابا!" منهنجو آواز سخت ٿيڻ لڳو هو، چيم: "هي جديد دؤر آهي، ماڻهو ڪمپيوٽر جي مدد سان زندگي گذاري رهيا آهن ۽ اوهان وري پٿرن جي دؤر ۾ واپس وڃي، ننگ ماڻهن جي دوکن ۾ اچي پنهنجو قيمتي وقت ۽ پسئو زيان ڪري رهيا آهيو؟!"

"ڪفر نه ٻولِ" بابو توبهه ڪرڻ واري انداز ۾ سمجهائڻ لڳو هو، چيائين "تون سو به اکر پڙهيو آهين، باقي پاڻ کي سمجهين الائي ڇا ٿو؟"

"نه هلندس! ..... نه هلندس ..... نه هلندس!" چيو هئم: "مرشد هڏ حرام پرائي مال تي گذران ڪرڻ وارو .... لوڀي...."

"توکي مرشد ڏانهن هلڻو پوندو."

بابو معصوم ٻارن جيان ضد پڪڙي بيٺو.

"ٺيڪ آ، مان هلندس ... پر تماشو پاڻ ڏسجانءِ...!!"

"تماشو؟ ڇا جو ... ؟" بابو الجهن جو شڪار ٿيڻ لڳو هو.

"تبديلين جو تماشو ... " بابي جي معصوميت کي پرکڻ لاءِ سندس قريب وڃي چيو هئم: "جڏهن شعور جي روشني جهالت جي انڌيري ۾ ڪاهي پوندي آهي، تڏهن تبديلي جو جنم وٺڻ اٽتر هوندو آهي."

"وشال ... !" بابا جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا هئا

"جي بابا!"



"تون منهنجو فرمانبردار پٽ آهين نه ...! مون کي تو ۾ وڏيون اميدون آهن ...! تون رڳو مرشد ڏي هل، باقي ڏسجانءِ، تنهنجي من جون سڀ اميدون پوريون ٿينديون."

پيپهري ڏاران مان بابي ۽ امان سان گڏجي مرشد طرف ويو هوس، جتي هو هڪ ڳوناٽي جي گهر ۾ ترسيل هو. مرشد کي پهرين نظر سان ڏسندي اکيون تعجب ۾ لرزي ويون هيون. ڳوٺ جي معتبر گهراڻي جون اهي جوان ۽ پوڙهيون عورتون، جيڪي ڪنهن ڌاري مرد جي پاڇي کان به پري رهنديون هيون، سي به بي پرده ٿي، غير مرد ڳوناٽڻ سان گڏجي مرشد مٿان فدا ٿي رهيون هيون. مان سڀ ڪجهه ڏسندو رهيو هيس ۽ غور سان ٻڌندو رهيو هيس، ڪوڙ سارين عورتن جي آواز ڪي، جيڪي چئي رهيون هيون:

"مرشد مانائتا! دعا ڪيو پُٽاٽي اولاد ٿئينم.....

دعا ڪيو سڀ مصيبتون دور ٿي وڃن....

مرشد مهربان! اهڙو تعويذ لکي ڏيو، منهنجي وڏ ور نياڻي خطرناڪ دورن کان پناهه ۾ رهي، هوءَ نه ٿي ڏسي ڏينهن ۽ رات، پٽي ٿي پنهنجا وار ۽ ڦاڙي ٿي پنهنجي جسم جا ڪپڙا ۽ گگون ڳاڙي چوي ٿي 'قرآن منهنجو گهوٽ ناهي...!"

مرشد ۽ ان جي اپوجهه مريدن جي سادگي کي ڏسي سوچيو هئم: "ڪير ٿو چئي ته ههڙا مرشد مانائتا آهن، مهربان آهن، مهان آهن ... ؟ ههڙن مڪار ماڻهن ته هميشه پنهنجن مفادن تحت، ماڻهن کي جهالت ۾ رکي، سندن حقن کي پائمال پئي ڪيو آهي ...!"

منهنجون سوچون تڏهن وکري ويون هيون، جڏهن هڪ التجا ڀريل آواز منهنجي دماغ تي پڙاڏو بنجي گونجي اٿيو هو. اهو آواز منهنجي انهيءَ هستي جو آواز هو، جنهن جي پيرن هيٺان قدرت جنت جو راز سمايو آهي، منهنجي جيجل ماءُ ... جيڪا ڪيس مخاطب ٿي چئي رهي هئي: "مرشد سڳورا! مون کي به دعا ڪر ته منهنجو پُٽ سنئين راهه تي اچي، هو منڪر ٿي ڪفر ٻولڻ لڳو آهي...."

امان جو آواز ٻاهري ڪنڌن جيان سيني ۾ درد اڀارڻ ويو هو، عين ساعت ٻڙ ٻڙ ڪرڻ کان رهي نه سگهيس، چپن ئي چپن ۾ چيو هئم: "منڪر انسان! تون ڪير ٿيندو آهين، منهنجي ممتا کي نفرت جي رنگ سان رنگڻ وارو ... ؟ تون

تہ پاڻ گناهن جي گند ۾ گتل آهين .... ياد رک، کوڙا ماڻهو! تنهنجي ڪرتوتن جو پاڻبو هڪ ڏينهن ضرور ڦاٽندو ۽ رسوائي تنهنجي مقدر جو حصو ٿيندي .... پوءِ سڀ ڳوٺ وارا تنهنجو گريبان پڪڙيندا... مون کي انهيءَ وقت جو انتظار رهندو...."

سوچيندي اچانڪ منهنجي، نظر چئن پنجن جوان جماڻ ڳوناٽين عورتن ڏانهن کڄي وئي هئي، جن ۾ آرزو بہ شامل هئي۔ هوءَ جهڙوڪر قيامت هئي.... مون سان بيحد پريم ڪندڙ، مون کان بہ وڌيڪ ...! ايترو پيار، جو شايد ڪوئي ڪنهن سان ڪندو هجي ... ؟ پر وقت ساٿ نہ ڏنو هو ... مان وڪيل بڻجڻ جي خوشيءَ ۾ وڪالت ڪرڻ لاءِ شهر وسايو هو ۽ هوءَ منهنجي هڪ جهلڪ ڏسڻ لاءِ بيتاب رهندي هئي..... آرزو جي محبت کي ڏسي اڪثر ڪو فيصلو نہ ڪري سگهندو هوس، آخر هي ڪهڙو پيار آهي، جنهن ۾ دل تہ ڌڙڪي ٿي، پر درد ناهي، اکيون تہ ڪيس پل پل ڏسڻ لاءِ واجهائن ٿيون، پر مَن منتظر ناهي ...!؟ اها محبت هئي، يا خالي دل جي تانگهہ ..... ان حقيقت کي اڄ تائين نہ سمجهي سگهيو آهيان...!!

"آرزو! وقت وڏو ظالم آهي!" ڪيس گهڻي وقت کان پوءِ ڏسي ٿڌو ساهہ ڀريو هئم، "تو شادي ڪرڻ ۾ ڏاڍي تکڙ ڪئي هئي... قسمت توسان پوءِ بہ ساٿ نہ ڏنو هو، تنهنجو پوڙهو وَرُ مري توکي اڪيلو ڪري ويو ..... پوءِ بہ منهنجو توسان ساٿ نہ رهيو .... تو ڏاڍا ڏک ڏٺا .... پوءِ .... پوءِ تون مرشد جي ڦند ۾ ڦاٿينءَ .... اهي سڀ ڳالهيون مونکي ڳوٺ جي دوستن ئي ٻڌايون هيون. دوستن تہ اهو بہ ٻڌايو هو، تہ تنهنجو پوڙهو مڙس، پنهنجي موت نہ، پر زهر ملڻ سبب....!"

آرزو منهنجي اکين جو محور هئي.

وقت هن جي جوڀن کي تبديل نہ ڪري سگهيو هو.

هوءَ اڄ بہ جوڀن سان ٽمٽار هئي.

هن کي ڏسندي، مون کي پراڻو وقت ياد اچڻ لڳو هو، جڏهن مان هن جي پيءُ صابو جي شادي تي سندن گهر ويو هوس.

"وشال ... !؟"

"جي ... "



"محبت ڇا آهي؟"

"هڪ درد ۽ وڇوڙي جو نالو ... "

"۽ پيو؟"

"آرزو جي هڪ مرڪ محبت جي ابتدا آهي ... "

"۽ انتها؟"

"انتها۔ آرزو جي ٻي جوڙ شادي...!!"

هوءَ لڙڪ نہ روڪي سگهي هئي. سڄو ڏينهن هُن پيءُ جا سهرا نہ چيا هئا. بس هر پل مون ڏانهن ڏسندي رهي هئي.

اڄ پڪ ٿي هئي، هوءَ واقعي منهنجي ٻي رُخي جو شڪار ٿي هئي!

رات ٿي، تہ بہ مان هن جي اجڙيل جواني بابت سوچيندي رهجي ويو هئس، تہ هوءَ مٿان اچي ڪڙڪي هئي.

اڪيلو ڪمرو... هوءَ اڪيلي .... ۽ مان ......!

"توکي خبر آهي تنهنجي بي وفائي باوجود مان توسان اڄ بہ بي انتها پيار ڪندي آهيان، پر تو وساري ڇڏيو آهي."

"اهڙي ڪابہ ڳالهہ ناهي ... "

"باقي ڪهڙي ڳالهہ آهي ... ؟" جذبات ۾ اچي چيو هئائين: "مان تنهنجون راهون ٿي نهاريان ۽ تون لاپرواهہ ٿي شهر وسايو آهي. ... "

"مون کي اهو ٻڌاءِ پوءِ مان ڇا ڪيان؟"

"مون کي سَڏ ۾ سَڏ ڏي ... مون سان مون جهڙو پيار ڪر... نہ تہ قيامت تائين نہ بخش ڪندي سانءِ ... مون گهڻا درد سَٺا آهن .... مونکي سهارو ڏي..!"

مان حيران ٿي ويو هوس.

ڀراڙي جي ڇوڪري ڳالهائڻ سِکي وئي هئي!

پوءِ اوچتو بجلي هلي وئي.

هوءَ منهنجي قريب، صفا قريب تر اچي وئي هئي.

پگهر ۾ شل ٿي مون کي چنبڙڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي هئائين ... هن جي جسم جي پگهر ۾ جوانيءَ جي خوشبو محسوس ڪندي بہ چپ رهيو هوس.

"وشال ... وقت تمام ٿورو آهي ... " اونداهين ڪمري جي تنهائيءَ ۾ هن جو آواز منهنجي وجود کي ڪنبائڻ لڳو. چيائين: "مون کي پنهنجي پيار جي نشاني ڏي. ... "

"نِشاني!" چيو هئم: "نہ مان تنهنجو ڪالهہ هئس ۽ نہ اڄ.... مون ڪان نشاني وٺي ڇا ڪندينءَ ... ؟"

"وشال ... ! مان تنهنجي پيار ۾ تمام گهڻو اڳتي نڪري وئي آهيان .... تنهنجو هڪ ڀاڪر، مون لاءِ وڏي غنميت هوندو.... منهنجا شهزادا! منهنجي ويجهو اچ .... مون سان پيار ڪر..... منهنجي حسرت جو ڀرم رک.... مان تو مان نشاني چاهيان ٿي ...!"

"آرزو ... ! هوش ۾ اچ ... " ڪيس ڇڙٻ ڏئي چيو هئم. "پيار جسم جو محتاج نہ هئڻ گهرجي....."

"آرزو جي آرزو آهي وشال ... "

"مان اهڙو پاپ نہ ٿو ڪري سگهان ... "

"ڇو؟" چيو هئائين: "ڇا ايڏو شريف آهين؟"

"شريف هجان يا نہ! پر محبت ۾ پاڪدامني جو حامي آهيان."

"تون پٿر دل آهين، پٿر دل ...! ۽ شايد نامرد پڻ ...! ورنہ ڪهڙو شريف زادو ٺڪرائيندو هڙو جسم .....!"

آرزو ڪاوڙ ۾ وڦلڻ لڳي هئي، چيو هئائين: "اها مون کي خبر آهي، تون ڪنهن سان پيار ڪندو آهين ....."

"ڪنهن سان ڪندو آهيان؟" حيرت مان ڪانئس پڇيو هئم: "توکي ڪيئن خبر پئي؟"

"پنهنجي ڀقات ماهين سان ..."

"اها بہ تو جيان وٺندي آهي، بس ... " وراڻيو هئم: "پيار صرف ڪلپنا سان ڪندو آهيان."

"ڪلپنا سان!"

"ڪير آهي ڪلپنا؟"

"ڪاليج ۾ ايل ـ ايل بي جي ٽين سال ۾ پڙهندي آهي."

"ڇا مون کان وڌيڪ خوبصورت آهي؟"

"هڪ ماڻهو جي ٻي ماڻهو سان ڀيٽا ڪرڻ جو قائل نہ آهيان!"

"پوءِ تون اڳ ۾ نہ ٻڌايو هو؟"

"ڇا؟"



"تہ تون مون کي پسند نہ ڪندو آهين ...! "

"تون مون کي وڻندي آهين.... مون کي تنهنجي هر درد جو قدر آهي."

"ڪوڙا ...! دوکيباز ...! اگر توکي منهنجو ٿورو بہ قدر هجي ها تہ منهنجي حسرتن جو قدر ضرور ڪرين ها ..."

آرزو ڪاوڙجي ڪمري مان ٻاهر نڪري وئي هئي ۽ مان اونداهي ڪمري ۾ پيار جي ان رنگ تي حيرت ۾ اڪيلو سوچيندي رهجي ويو هوس!

اهائي آرزو،گهڻي وقت کان پوءِ منهنجي سامهون هئي. مان هن ڏانهن تڪي رهيو هوس ۽ هوءَ مرشد ڏانهن...!! مون غور سان ڏٺو، مرشد جي اکين ۾ طلسم سمايل هو، هن جون پئي ڇُنجهيون اکيون آرزو جي جوڀن سان سرشار ڇاتي کي گهورڻ ۾ مگن هيون......!!

"ڪيڏا نہ اٻوجهہ ۽ سادا آهيو ... !" غيرت پڙڪو ڪاڏو هو، تيز ڳالهايو هئم: "مردود مرشد! توهان جي ننگن ۾ نظرون ٿو وجهي ۽ اوهان ڪيس سائين ...مِٺا ڪري ٿا پڪاريو، لعنت آهي اوهان جي مٿان ...!"

"تون ڪير ٿيندو آهين، مرشد جي مانَ ۾ گستاخي ڪرڻ وارو ... ؟ نہ ڇڏيندا اسين توکي جيئرو ... مرشد جا دشمن!"

مان حيران رهجي ويس.

چند ڳوناڻن مون تي حملو ڪري ڏنو هو .... لتون ... مڪون ....

مون کي ڇڏائڻ لاءِ نہ بابي ڪو ڀاڙو ڀوليو هو، نہ امان!

آرزوءَ بہ قاتل نگاهن سان پئي نهاريو، جيڪڏهن ڪيس موقعو ملي وڃي ها تہ هوءَ بہ مرشد جي حق ۾ منهنجو قتل ڪري وجهي ها، يا ٻيبي زليخان وانگي هوءَ پنهنجو چولو ڦاڙي، يوسف جيان مون کي ڏوهي نهرائڻ جي سازش ڪيڏي ها...!

ان رات منهنجي اندر ۾ ڳوناڻن جي سادگيءَ تي ڪروڌ ۽ مرشد جو مڪروهہ فعل جون سوچون حاوي رهيون. پاڻ سان پاڻ وڙهندي صبح ٿي ويو.

صبح سان صابو ڊوڙندو آيو هو، چيائين: "آرزو ڀڄي وئي ... "

"ڪنهن سان ... ؟"

"مرشد سان ...!"

مون کان ٿهڪ نڪري ويو هو. مون طنزيه پنهنجن اپوجهه ڳوناٽن ڏانهن ڏٺو، جن جا ڪنڌ شرم کان جُهڪي ويا هئا...!

ان ڳالهه کي وڏو وقت گذريو هو.

اڄ وري صابوءَ فون ڪري ان مرشد بابت پڇا ڳاڇا ڪئي هئي!



آرزوءَ ۾ منهنجي ڪابه دلچسپي نه رهي هئي... منهنجي دل جي دنيا ۾ ڪلپنا پويتر پيار جا رنگ پري ڇڏيا هئا.... مان شروع کان وٺي محبتن جي حاصلات کان اڳتي. "اکين ۾ ٿي ويهه، واري ڇپر ڍڪيان" جو حامي رهيو آهيان.

"ڪيڏو فرق آهي هڪ پڙهي لکي ۽ اڻ پڙهيل ڇوڪريءَ ۾." سوچيم:
"آرزو اڻ پڙهيل.... جاهل.... قاتل...... جسم جي پوڄارڻ.....!

۽ ڪلپنا پڙهي لِکي.... ديس جو درد رکندڙ ..... ماڻهپي جي ڄاڻو... پيار ۽ احترام جي قابل....."

منهنجي يادن ۾ آرزو جو ڪوبه حصو نه رهيو هو. ڪلپنا جي سونهن، سوڀيا، اخلاقي قدرن ۽ سندس خوش اسلوب خوبين اڳيان پاڻ سنواري ويٺو هوس، اهو ڄاڻيندي به هُن ۽ منهنجي 'وچ ۾ سمنڊ ۽ ساحل' جيڏي دوري هئي....

شروعاتي ڏينهن ۾ ته هوءَ مون کان تمام گهڻو پري رهندي هئي، پر پوءِ جڏهن وقت مون کي ايل ـ ايل بي ڪرڻ باوجود هڪ وڪيل بجاءِ انساني حقن جو اڳواڻ بڻايو ويو هو، تڏهن هن منهنجي هڪ طرفي پيار جي موٽ ۾ صرف همدردي ڏيکاري هئي.... هوءَ اڄ منهنجي سڄي دوست آهي.... درد کي سمجهندڙ دوست، پر پريمڪا نه ...! پيار ۾ جسمن جي بک نه رکڻ گهرجي.
پيار ته لافاني..... اکين جو ڍوءَ ۽ پويترتا جو حصو هجڻ گهرجي.......!!

"وشال ...!" ڪلپنا جو آواز مون تائين پهتو.

هوءَ پيٽ ڌٽي جي نگري ۾ موجود ماڻهن جو هجوم چيريندي مون تائين پهتي:

"اوهان دعا گُهري؟"

"نه ..."

"ڇو ... ؟"

"منهنجي دعا، هن کي امتحان ۾ وجهي ڇڏيندي ... "

"ڪنهن کي ... ؟"

"جيڪا دل جي پرسان.... اکين جي گهرائي ۾ رهندڙ عجيب ڇوڪري آهي...."

"وساري ڇڏيس!"

”نہ وسرندي ...!“

پوءِ ڪي ساعتون ڪلپنا ۽ منهنجي وچ ۾ خاموشي ڇانئجي وئي هئي. پٽ ڏٽي جي آڳر تي اکين ۾ ڳوڙها نہ لڪي سگهيا!

”پاڻ ڪي هاڻي هلڻ گهرجي ... “ ڪلپنا خاموشي ڪي ٽوڙيو هو.

”پر شيخ اياز جي مزار ڪان بہ ٿيندا سين.“

اسان جا قدم پٽ شاهہ جي هيٺ مٿاهين سوڙهين گهٽين ۾ ڪڄڻ لڳا هئا... هن سوڙهين گهٽين ۾ موجود دڪاندارن ڪان ڪجهہ سامان بہ ورتو.... چوڙيون.... مٽي جون مورتيون.... ڪائڻ لاءِ ڏاڪ ۽ توتَ بہ...!!

”ڪلپنا“

”هون“

”پٽ ڏٽيءَ جي روضي تي ڪهڙيون دعائون گهريوئي ...؟ “

”ديس ۾ امن هجي ...! ايڪو هجي.. ۽ ديس تا ابد آباد رهي ...!“

”بس... ؟!“

”سڀ دعائون پڌائيبيون آهن ڇا ... ؟“

(..........)

مان چپ رهيس.

”۽ ها هڪ دعا اها بہ گهريم ... “ ڪلپنا مون ڪي چپ ڏسي پيهر ڳالهائڻ لڳي، چيائين ”ڪاش! هو بہ پاڻ سنڀالي وٺي..... نہ تہ سڄي حياتي دربدر ٿي ويندو... وڪري ويندو، وطن جي انهن پتن جيان، جيڪي ڇڄڻ ڪان پوءِ طوفان جي ور چڙهي ويندا آهن، هميشہ نہ ملڻ لاءِ ......!!“

اسان رات جي خاموشي ۾ شيخ اياز جي مزار تائين پهچڻ ۾ وڏو وقت لڳايو.

رات جي انڌيري ۾ شيخ اياز جي مزار جي ڏاڪڻ تي چڙهندي هن مون ڪي آواز ڏيندي چيو: ”مون ڪي هٿ جو سهارو ڏي، ڪٿي ٿاٻڙجي نہ پوان!“

ڪلپنا جو نفيس هٿ مون طرف وڌيو ۽ منهنجو هن طرف!

هٿ هٿن سان مليا ۽ هوءَ منهنجي هٿ جي پڪڙ ۾ قابو ٿي وئي.

”اهو سامهون تلاءُ آهي ڇا؟“



”اها آهي ڪراڙ ڍنڍ ...! جنهن ۾ آسمان جي ستارن جو عڪس ماحول ڪي معطر ڪري رهيو آهي ...!“

آڇا!“ ڪلپنا ڪراڙ ڍنڍ طرف نهار ڪندي ڳالهايو: ”اسان جي ڌرتي، ڪيڏي نہ سندر آهي...!!“

”۽ اسان جا ماڻهو؟“

”مجبور... مفلس... سادا.... ۽ تعليم ڪان پرانهان، جاگيرداري سسٽم ۾ جڪڙيل.......!!“

اسان شيخ اياز جي مزار تي ڪيترو وقت خاموش ٿي ويهي رهيا سين.

”وقت جي هڪ باغي شاعر جي مزار اڄ بہ آمر قوتن لاءِ للڪار جو مظهر آهي.“

سانت واري ماحول ۾ ڪلپنا جو درد سان ڀريل آواز شيخ اياز جي مزار ۽ ڪراڙ ڍنڍ سان ٽڪرايو:

**ڳيو پاڻي ڍُڪ ۾ ٻوڙي جي ڪائي،**
**پنهنجي اوچي شان ڪي مور نہ لڄائي.**

اوچتو موبائل جي رنگ وڳي.

”وشال ... !“ پريان ڪان ايندڙ آواز ادا سرتاج جو هو. ”اڄ سڄو ڏينهن تنهنجي موبائل ڇو بند هئي؟“

”چارجنگ نہ هجڻ جي ڪري ... “

”ڇڱو ڀلا اهو ٻڌاءِ آهين ڪٿي ... ؟“

”پٽ شاهہ تي!“

”ڇو؟“

”حاضري ڀرڻ!“

”ڇڱو ڇڏ بحث!“ چيائين ”جيجي جي طبيعت خراب آهي، اسان ڳوٺ ڪان لاڙڪاڻي پيا اچون.“

”اوهہ ...!“

”پر ٻڌ تون بہ جلد موٽڻ جي ڪجان، طبيعت صفا سيريس اٿس.“

”مان هاڻي ئي نِڪران ٿو ... “

ادا سرتاج جي ڪال ڪٽجي وئي.

مان ڏاڍو اداس ٿيڻ لڳس.

”ڇا ٿيو آهي وشال ... ڪنهن جي فون هئي ... خيريت ته آهي نه؟“

”ڪلپنا! جيجي جي طبيعت اچانڪ بگڙي وئي آهي ...!“

”پريشان نه ٿي ... ڏڻي خير ڪندو.“

اسان شيخ اياز جي مزار تان اُٿي گاڏي ۾ ويٺا سين.

ڀٽ شاهه کان لاڙڪاڻي تائين ڇئن ڪلاڪن جو سفر ڏاڍو بيچينيءَ سان گذريو.



## 2

ڪلپنا کي سندس گهر تائين ڇڏي چانڊڪا اسپتال آيس. جيجيءَ جي طبيعت ڪجهه بهتر نظر آئي.

”جيجي! ڏاڍي ڪمزور ٿي وئي آهي.“

ادا سرتاج گهڻو پريشان هو.

”پاڳل آهين ڇا ... ؟ هروڀرو پريشان ڇو ٿو ٿئين ...؟ مون ڊاڪٽرن سان مشورو ڪيو آهي، سڀ ٺيڪ ٿي ويندو پر هوريان، هوريان.... آخر هن جي پيرسني آهي.... ستر اسي سالن کان وڌيڪ عمر هوندس ...!“

”پوءِ ڇا ڪرڻو پوندو؟“

”فقط انتظار...! مالڪ خير ڪندو ... ڪمزور جسم ۾ سگهه آهستي آهستي ايندي آهي.“

ٻئين صبح جو جيجيءَ جي طبيعت گهڻو بهتر هئي. مان پرسان واري هوٽل تان ناشتو ڪري، جيئن ئي فارغ ٿيس ته ماهين کي پنهنجي ماءُ پڦي سلميٰ سميت جيجيءَ جي طبيعت پڇڻ لاءِ ايندي ڏٺم.... تقريبن ڇهن مهينن کان پوءِ هن کي ڏٺو هئم.... ڇا ته حسين جميل ٿي پئي هئي....! هنن اڃان تائين مون کي نه ڏٺو هو، پر منهنجي نظر هنن تي پئجي وئي.

”پُڦي!“

مون زور سان آواز لڳايو.

منهنجي آواز تي ماهين ۽ پڦيءَ ٻنهي يڪدم ييهي پوئتي نهاريو.

”اڙي ابا ...!“ پڦي مون کي ڏسندي ئي ڳالهايو: ”امان جي طبيعت هاڻي ڪيئن آهي؟“

”ڪجهه ٺيڪ اٿس...“

مان پُڦيءَ سان خير عافيت ۽ ضروري حال احوال وٺڻ ۾ مصروف ٿي ويس، پر ”ماهين“ غور سان ڏسڻ جي حد ڪري ڇڏي، جڻ اکين سان چوندي هجي: ”دل جا پڪا ...! ڪهڙو ديسُ وسايو اٿئي ... ؟ ڳوٺ کان روپوش ٿي ويو آهين ... ؟ ڪو ڏس نه پتو..... پنهنجن کان پري.... اها به ڪا زندگي آهي ... ؟!“

مان اکيون مٿي ڪري هن ڏانهن ڏٺو.

هن بار بار خماريل نگاهن سان مون ڏانهن پئي تڪيو.

مون کي ماهين سان اکين ملائي ڳالهائڻ جي جرئت نہ ٿي، ڇو تہ هن ڪيترائي مياري سنديس موڪليا هئا:

”وشال! مغرور ڇوڪرو آهي...!!“

”پاڻ کي شهري بابو ٿو سمجهي!“

”انساني حقن جو اڳواڻ ٿي ويو آهي، تڏهن من وڏي ويو اٿس!“

هن بيوقوف کي انساني حقن جو اڳواڻ ڪيئن بنايو ويو. پيا ماٹھو نہ مليا هين ڇا؟“

”اجان ڪو وڏو آفيسر نہ ٿيو آهي، نہ تہ ڳوٺ کي تاراج ڪري ...!“

”سڄي زندگي ڳوٺ ۾ رهيو ۽ هاٹي.....“

”رڳو گاڏيءَ ۾ پيو گهمندو وتندو ... “

”مغرور ...! پٽردل ...! رول....!“

۽ پيا ڪيترائي خطاب، ماهين منهنجي نانءُ ڪري ڇڏيا هئا، پر مان ڪيس جواب ۾ ڇورائي موڪليندو هوس: ”مان جو ئي آهيان، سو ئي آهيان....“

زندگيءَ جي تنها سفر ۾ مون کان ڪوبہ فيصلو نہ ٿي پڳو!

مان ماهين جو ٿيان..... يا ڪلپنا کي پنهنجو بڻايان؟

مان مجبور هوس.

منهنجي درد جي مسافت ”هُن“ کان پاري هئي...!!

مان پُڦي ۽ ماهين سان گڏجي وارڊ ۾ داخل جيجي طرف آيس. جيجي اسان کي ڏسندي ڏاڍو خوش ٿي، چيائين: ”اولاد پوڙهائپ جو وڏو سهارو هوندي آهي.“

” اهڙي صالح اولاد خدا دشمن کي بہ ڏي.“

پُڦيءَ جو اشارو شايد مون طرف هو.

پُڦي سلميٰ جي تعريف ٻڌي ماهين ٻيهر مون طرف ڏسڻ لڳي، جڻ ڇوڻ لاءِ بيتاب هجي:

”ڏس وشال....! غور سان منهنجي اکين ۾ ڏس....! تنهنجي يادن منهنجي مَن کي ڪيڏو بيچين ڪيو آهي.... ظالم تون آخر ڪهڙي مرض جي دوا آهين، جو منهنجي احساسن کي سمجهين ئي نہ ٿو... ؟!“



موبائل جي رنگ ٽي منهنجو ڌيان ماهين کان هٽي ويو.

ڪلپنا جي ڪال هئي.

هڪ لمحي لاءِ ٻاهر نڪري هن جي ڪال اٽينڊ ڪيم:

”تنهنجي جيجي جي عيادت ڪرڻ گهران ٿي.“

”ڀلي اچ، ڪنهن روڪيو اٿئي ڇا؟“

”منهنجي ڪال ڪرڻ جو مقصد اهو آهي تہ تون ڪٿي آهين؟“

”اسپتال!“

”مان بہ اسپتال جي گيٽ تي بيٺي آهيان ...“

”اچان ٿو ...“

ڀن ڇئن منٽن ۾ ڪلپنا سان گڏجي واپس جيجيءَ ڏانهن آيس. ڪلپنا کي مون سان گڏ ايندو ڏسي ماهين جي چهري تي اداسي پکيڙجي وئي هئي .... هن حيران ڪِن نظرن سان ڪڏهن مون طرف تہ ڪڏهن ڪلپنا طرف پئي ڏٺو.

”نمستي!“ ڪلپنا جيجيءَ جي پرسان پهچندي سلام ڪيو.

سڀ حيران ٿي ويا.

”ڀڳوان تنهنجي صحت جو خير ڪري!“

مان بہ حيران ٿيڻ لڳس، ڪلپنا پنهنجن پنهي هٿن کي جوڙي احترام مان جيجيءَ جي اڳيان بيٺي.

”مهرباني.... ڌٽي تنهنجي بہ ڀلائي ڪندو ...!“ جيجيءَ جواب ۾ وراٽيو.

ماهين سُرندي منهنجي پرسان اچي بيٺي، آهستي آواز ۾ پڇيائين:

”ڪير آهي؟“

”.................“ مان چُپ!

”ڊاڪترياٹي آهي؟“

”نہ!“

”نرس !؟“

”نہ!“

”باقي ڪير آهي؟“

مون کان ٺهڪ نڪري ويو.

هن ڏي غور سان ڏٺم، الائي ته ڇا پئي محسوس ڪيائين.

ماهين جي پريشان حالت ڪي پروڙي ورتم.... هن جو ڪٽڪائون رنگ تامڻي هٽي رهيو هو.

”سهڻي آهي نه!؟“

”ڇا چيئه...؟“

”آهستي ڳالهاءِ!“ چيم: ”ماهين سندري ڪيئن ٿي لڳئي....؟ خوبصورت آهي يا نه؟“

”نه ...!“

ماهين جهڙوڪر سڙي ۽ پچري رهي هجي!

”ماهين...!“

”هان...!“

”ٻڌاءِ نه پليز ...!؟ ڇوڪري ڪيئن ٿي لڳئي؟!“

”چُپ ڪر شيطان!“ ماهين جو غصو وڌڻ لڳو، چيائين:

پوتي ڪُلهي تي رکيل...! فيشني ڊريس، چشمو پاتل...! جڻ انڊيائي فلمن جي اداڪار هجي!“

”ڪلهه ته انڊيا کان آئي آهي!“

”ڪلهه...؟ انڊيا کان؟“

”ها!“

”سچي پچي!؟“

”پيو نه ته ڪوڙ ٿو ڳالهايان؟“

”اداڪاره آهي؟“

”ها...!“

”ڪهڙي؟“

”سڃاڻ...!“

”ڪترينا ڪيف...؟“

”نه...!“

”جوهي چاولا...؟“

”نه...!“



”پريانڪا چوپڙا...؟“

”نه...!“

”ايشوريا راءِ...!؟“

”نه...!“

”ڪرشما ڪپور...؟“

”نه......!!“

”باقي ڪير آ .... تنهنجي دوست آهي؟“

”ها.“

پوءِ نالو به تون ٻڌاءِ؟“

”ڪلپنا ديوي!“

”سِري ديوي جي ڀيڻ آهي ڇا؟“

”ها...!“

”ننڍي يا وڏي؟“

”ننڍي!“

منهنجي سوچ ۾ مذاق ڪرڻ جي صلاحيت تيزي سان اڀرڻ لڳي.

”اوهه....! وڏي سمارٽ آهي“ چيائين: ”وشال! هيءَ سنڌي به ڳالهائيندي آهي؟“

”اها ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي .... پاڪستان کان وڌيڪ سنڌي ٻوليءَ جو انڊيا ۾ قدر آهي ...!“

”سو وري ڪيئن؟“

”انڊيا ۾ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو مليل آهي!“

”پر ٻڌ!“ ماهين ڳالهين جو رخ تبديل ڪرڻ لڳي، چيائين ”ڪلپنا ديوي جي شادي ٿيل آهي؟“

”پاڻ کان پڇيس.“

اسان جي آهسته گفتگو تي ڪلپنا جيجي سان حال احوال ڪندي اچانڪ اسان طرف وڌي آئي، چيائين: ”ڪهڙيون ٿا ساز شون سٽيو؟“

”ڪلپنا هيءَ آهي منهنجي ڀڦاٽ ماهين- ڀيءُ ماءُ جي اڪيلي ۽ لاڏلي....“

ڪلپنا سان مخاطب ٿيڻ ڪانپوءِ مرڪندي ماهين سان مخاطب ٿيس: ”ماهين

هيءَ ڪلپنا. منهنجي تنظيمي سفر جي ساٿياڻي، لاڙڪاڻي ۾ ئي پنهنجي پتا مهان شاعر پرڪاش سان رهي ٿي!!"

"ڪيئن آهيو؟"

"بلڪل ٺيڪ"

"ماهين. ڏاڍو سنو نالو آهي"

"ماهين ۽ ڪلپنا جي گفتگو ڪندي اچانڪ جيجي جو آواز گونجيو.

"ماهي!"

"جي ناني امان!"

"هيڏي اچ ..."

"ها."

جيجي جي حڪم تي عمل ڪندي هوءَ تيز قدم کڻندي جيجي تائين پهتي.

"ماهي!" جيجي ماهين جي هٿ کي پڪڙيندي چيو: "مان تنهنجي هٿن تي ميندي ڏسڻ چاهيان ٿي."

"هو جمالو!" مان جهمر هڻڻ واري انداز سان ڀڪي پيو هئس. سوچيم: "ڇُٽي جِندُ ڇوڪَرِ جي...!!"

مان مرڪندو جيجي ڏانهن ڏسندو رهيس.

ماهين شرمائجي وئي!

"وِشا...."

جيجي جو آواز مون تائين پهتو.

هوءَ مون کي نديپڻ کان "وِشا" جي نالءَ سان پڪاريندي آهي!

"جي جيجي!"

"تون به هيڏي اچ!"

دل ٻڏڻ ۽ ترڻ واري مرحلي مان گذرڻ لڳي.

وچڙندڙ قدمن سان جيجي جي ڀرسان آيس.

" مالڪ خير ڪجانءِ! " ڌڙڪندڙ دل سان ٻاڏايم: "ڪٿي مان تماشي جو شڪار ته نه ٿيندس ...."

"منهنجي دل جي اميد آهي، ماهي ۽ وشا جي جوڙي...!"

مان ڇڻ پنڊ ڦُهڻ ٿيڻ لڳس!



هڪ طرف ڪلپنا هئي ته ٻئي طرف ماهين!

عجيب اتفاق هو، ٻئي منهنجون هيون، پر مان ڪنهن جو به نه هوس...!

ڪلپنا منهنجي درد جي دوا ڪان باخبر هوندي به بي خبر هئي ۽ ماهين جو وري مون ٿيڻ نه پئي چاهيو!

مان جهڙوڪر الجهن ۾ ڦاسي ويو هجان...! ماهين مون ڏي پئي ڏٺو ۽ مان ڪلپنا ڏانهن...!!

"وِشا!" جيجي جو آواز ٻيهر گونجيو: "هيڏي وڌي اچ .... ماهين جي سامهون!"

"نه جيجي نه!"

مان پنهنجو هٿ جيجي ڏانهن وڌائڻ بجاءِ ٻاهر ڊوڙ پاتي.

ڪجهه دير کان پوءِ ماهين ۽ ڪلپنا کي پنهنجي طرف ايندي ڏٺم ، هو وڌي اچي منهنجي ڀرسان ڇپر تي ويهي رهيون.

منهنجو ڪنڌ جهڪيل هو.

ماهين ۽ ڪلپنا هڪ ٻئي ڏانهن تڪينديون رهيون.

"ماهين جهڙي خوبصورت ۽ خوب سيرت ڇوڪري توکي وري نه ملندي... توکي پنهنجي جيجي جي فيصلي تي سنجيدگي سان سوچ .... سڄُن رشتن جو قدر ڪرڻ گهرجي...!!"

"منهنجو وجود ڪيترن ئي حصن ۾ ورهايل هوندي به اُن سوچ جو حامي آهي، ته ڪنهن کي دوکو نه ڏجي.... مان انساني حقن جو ترجمان آهيان، پيار هڪ سان ۽ شادي ٻي سان.... اها ويساهه گهاتي مون کان نه پڄندي ڪلپنا...!!"

"وشال، تون ڪنهن سان محبت ڪندو آهين .... ڪير آهي، اها، جنهن جي محبت توکي پنهنجن کان پري ڪري ڇڏيو آهي....؟!"

"جنهن سان محبت هجي، ان کي خبر نه هجي.... جنهن کي، پنهنجي زندگي جي آخري اميد ڀانئجي ۽ اها اڃا به ڏور وڃڻ جي سانباهن ۾ هجي.... جنهن کي ڏسندي دل ڌڙڪڻ لڳي ۽ ان کي فلڪ به نه هجي..... ٻڌاءِ پيار جي ان راهه ۾ ، "اُن" جو نالو کڻي، هن مٿان آڱريون کڻايان يا پنهنجي مٿان ماڻهو کلايان.....؟ ٻڌاءِ ڪلپنا...!؟"

"وشال توکي غلط فهمي تہ ناهي ٿي؟"

"جتي پيار ٿيندو آهي، جتي اکيون ملنديون آهن ۽ جتي دليون تيز ڌڙڪنديون آهن، اُتي ڪاٻہ غلط فهمي جنم نہ وٺندي آهي!"

"مان توکان پڇڻ گهران ٿي، آخر اُن ڇوڪري جو نانءُ وٺندي تنهنجا چَپ خشڪ ڇو ٿا ٿين؟" ايترو چوندي ماهين جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا، چيائين "هي وقت اٿئي، منهنجو قدر ڪر.... مون کي سڃاڻ...! مون تنهنجي سهاري جي تلاش ۾ ڏاڍو ڀوڳيو آهي.... بابي جي دڙڪن ۽ امان جي مهڻن بيزار ڪري وڌو آهي..... زندگي هڪ ڀيرو ملندي آهي ۽ اها هڪ ڀيرو مليل زندگي مان توسان گڏ گذارڻ چاهيان ٿي..... مون کي جدا نہ ڪر وشال...!"

"مون وٽ سگهارن لفظن جو اظهار تہ ڪونهي.... پر منهنجي ڳالهہ کي سمجهو.... مان ڏاڍو مجبور آهيان.... هوءَ منهنجي پهرين ۽ آخري منزل آهي.... مون حياتي جي نتهڻ اُس ۾ حياتيءَ جو هر پل هن جي انتظار ۾ ڪٽيو آهي.... مان هن کي پنهنجو بنائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪندس ماهين ...!"

منهنجي اکين جا بند ڀڄي پيا.

چيم: "مان ڏاڍو ڪمزور آهيان .... ڏاڍو ڪمزور ماهين...! منهنجي زندگي جا رنگ ڏاڍا ڪچا آهن، مون کي پنهنجي غلاميءَ جي ڏيڻ ۾ قيد نہ ڪر.... مان آزاد پنڇي آهيان، منهنجا پـرَ نہ ڀـڃِ، مان گهڻو اڳتي اڏري وڃڻ چاهيان ٿو، سمنڊ جي هُن پارِ جون سرحدون اڪرڻ منهنجو عشق آهي.... "

"واهہ! محبت هجي تہ اهڙي...!" ماهين شايد منهنجي پيار جي گهرائي تائين پهچي وئي هئي. چيائين:"اڄ کان پوءِ منهنجي طرفان تنهنجون سڀ رڪاوٽون ختم .... پر جڏهن بہ لاحاصل محبتن جي ڇولين ۾ پاڻ کي ٻڏندو محسوس ڪرين، تڏهن منهنجا دروازا تولاءِ کليل هوندا... مون ڏي موٽي اچجان...."

منهنجي ديوانگيءَ تي ماهين پاڻ قربان ڪري ڇڏيو.

ڪلپنا حيران ٿي وئي.

جهٽ رڪي ماهين اٿي هلي وئي ۽ مان ڪلپنا جي مُک تي پکڙيل معصوميت کي پڙهندي رهجي ويس. جڻ ڪيس چوندو هجان "مون کي ڪنهن جي سهاري تي ٿي ڇڏين ڪلپنا...! مان جيون جو هڪ پل بہ تو سوا نہ ٿو



گذاري سگهان..... تون آهين تہ مان آهيان.... تو سوا مان بن بن ڀٽڪيل مسافر .... نہ منزل جي ڄاڻ ۽ نہ ئي زندگي جو فڪر....!"

تصورن جي اڏام کان ٿڪجي ڪلپنا ڏانهن نهاريم.

هوءَ گهري سوچ ۾ هئي.

ڪلپنا جي چهري کان نظرون مٽائيندي، اچانڪ منهنجي نظر هاسپيٽل جي ايمرجنسي وارڊ ٻاهران هجوم جي شڪل اختيار ڪري بيهندڙ ماڻهن تي پئي:

"ڇا ماجرا آهي؟"

"شايد ڪو ماڻهو گذاري ويو هوندو!"

ماڻهن جي شور ۾ اضافو اچڻ لڳو.

نيڪ اُن سَمي ادا سرتاج کي بہ پاڻ ڏانهن تڪڙو تڪڙو ايندي ڏٺم.

"ڪلپنا....؟"

"هون!"

"ادا سرتاج ڊوڙندو ٿو اچي؟"

"خدا جيجي ڏانهن خير ڪري!"

ادا سرتاج ڊوڙندو اسان تائين پهتو، چيائين: "هڪ مريض جي طبيعت تمام گهڻي سيريس ٿي وئي آهي، شايد مشڪل....."

"خراب وائي نہ ٻول سرتاج...! خدا سَٺائي ڪندو." چيم: "پر تون گاڏي مان ڪئمرا ڪڍي سگهو موٽُ ......!!"

"آءٌ اِجهو آيس."

ڪلپنا ۽ مان اسپتال جي ايمرجنسي وارڊ ٻاهران هجوم ڪري بيٺل مريض جي وارثن تائين پهتاسين تہ سرتاج بہ ڪئميرا ڪڍي واپس پهچي ويو.

"ڇا مسئلو آهي؟"

"اسان سان ظلم ٿي رهيو آهي.... اسان غريب ۽ بي سهارا، ڊاڪٽرن جي لاپرواهي سبب پريشان آهيون."

"اوهان جو نالو؟"

"توڪل علي!"

”ہِ تنھنجو نالو؟“

”سبحان خاتون“

”ڪٿان آيا آھيو؟“

”بلوچستان کان“

”رھائش ڪھڙي شھر ۾ آھي؟“

”قلات!“

”اوھان جي مريض جو نالو؟“

”سومر خان!“

”مريض سان رشتو؟“

”پاڻ آھي !“

”ہِ اوھان جو ؟“

”پُٽ ..!“

”اوھان جي مريض کي داخل ٿيندي گھڻو وقت ٿيو آھي؟“

”ھڪ ھفتو .... ھڪ ڏينھن!“

”مريض کي ڇا ٿيو آھي؟“

”گوليون لڳيون اٿس...“

”اڄ آپريشن ٿيڻو ھو، پر ڊاڪٽرن جي اوچتو ھڙتال....“

”ايم ـ ايس ڪير آھي...؟“

”خبر ناھي......!!“

ڪلپنا ڊوڙندي ايمرجنسي وارڊ پرسان موجود رسيپشن طرف وڃي جلد ئي واپس موٽي آئي، ھن جي ھٿ ۾ اسپتال جي ايم ايس جو نالو ۽ رابطي جو نمبر ھو.

”ھيلو!“

”ڊاڪٽر موسيٰ ....؟“

”جي ھا ....“

”وشال ٿو ڳالھايان، انساني حقن جي تنظيم جو اڳواڻ...“ چيم: ”اسان جي ٽيم توھان جي اسپتال جي وزٽ تي پھتل آھي.“

”پوءِ اسان لاءِ ڪوئي حڪم ؟“



”توھان ۽ توھان جي سينيئر ڊاڪٽرن سان اھم ميٽنگ ڪرڻي آھي.“

”اھو ناممڪن آھي وشال صاحب!“

”پر ڇو ڊاڪٽر صاحب ؟“

”اسپتال جي سينيئر ڊاڪٽرن اڄ بائيڪاٽ ڪيو آھي؟“

”بائيڪاٽ جو سبب؟“

”مطالبن جي مڃتا...!“

”ڏسو نہ موسيٰ صاحب!“ منھنجو آواز ڳرو ٿيڻ لڳو: ”ڇا اوھان ڊاڪٽرن کي پاڻ بائيڪاٽ ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آھي؟“

”ھرگز نہ!“

”ڇا اوھان جا ڊاڪٽر احتجاجن واري ڏينھن جي پگھار نہ ڪٽيندا؟“

”ڪٽيندا!“

”اھو تہ نسورو ناحق آھي.... احتجاج بہ .. پگھار بہ ... ۽ مريض بہ بي موت مرن ...!!!“

”اوھان جي سوچ ڪنھن حد تائين درست آھي، پر اسان جي مجبوري بہ آھي!“

” اوھان پنھنجو پاور ڏيکاريو ڊاڪٽر صاحب!“

”وشال صاحب اوھان ڄاڻو ٿا تہ اسان کي ڪيترا اختيار آھن؟“

”ڊاڪٽر موسيٰ پنھنجي بيوسي پاڻ وٽ رکو..“ چيم: ”ڪجھ مريض سيريس ڪنڊيشن ۾ آھن، اوھان کي متبادل بندوبست ڪرڻو ئي پوندو ...“

”ڏاڍو مشڪل ٿو لڳي...“

”توھان جي ٿوري غفلت وڏو ممڪن مڃائي سگھي ٿي.... اوھان جي غير ذميواري، اوھان کي وڏو نقصان ڏئي سگھي ٿي..... اسان جي پھرين رپورٽ سي ـ ايم صاحب کي ھوندي.... ٻي رپورٽ اقوام متحده کي ۽ ٽين تہ ٽين رپورٽ صحت جي عالمي ادارن کي.....!!“

”اوھان ڇا ٿا چوڻ گھرو...؟“

”اوھان ڪجھ پرائيويٽ يا واسطيدار ڊاڪٽرن کي وٺي اسپتال پھچو؟“

”اھو ٺيڪ رھندو!“ ڊاڪٽر موسيٰ اطمينان بخش لھجو اختيار ڪيو ”پر وِشال صاحب اسان کي ٿورو وقت لڳي ويندو...!!“

"گهڻو وقت؟"

"اڌ مُنو ڪلاڪ..."

"ٺيڪ آهي، مريضن سان گڏ اسان به اوهان جي انتظار ۾ ويٺا آهيون...."

سموري اسپتال ۾ "چَلي جا رهي هي، خدا ڪي سهاري" واري روئيداد هئي...! ڊاڪٽر گم...! بجلي اٽليپ...! ۽ بدنظمي جي انتها...!

انساني حقن جي لتاڙ جو چٽو ثبوت هئي.

شايد ويهه پنجويهه منٽ مَس گذريا هوندا جو ڊاڪٽر موسيٰ کي پنجن ڇهن ڊاڪٽرن سان گڏجي ايندي ڏٺم.

"ڊاڪٽر موسيٰ صاحب مطالبا جائز هجن يا ناجائز، پر مطالبن جي مڃتا لاءِ ڊاڪٽرن کي پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي نه ڪرڻ گهرجي..."

ڪلپنا جي سمجهائڻ ۾ اثر هو.

ڊاڪٽرن خاموشيءَ ۾ ڀلائي سمجهي.

"ڊاڪٽر موسيٰ صاحب، ڊاڪٽر مسيحا هوندا آهن..." منهنجي آواز به ڪلپنا سان ساٿ ڏنو، چيم: "سڄي دنيا ۾ ڊاڪٽرن جي اهڙي بيحسيءَ واري طرز عمل جو احتجاج اسان ناهي ڏٺو..... اوهان پنهنجي ادارن کي پاڻ تباهه ڪري رهيا آهيو.... ڊاڪٽرن جو ڪم علاج ڪرڻ هوندو آهي، نه ڪي مريضن جي حياتين سان ڪيڏڻ ...!؟"

"ڊاڪٽرن جي يونين آڏو اسان بي وس آهيون...!" ڊاڪٽر موسيٰ مٿان جهڙوڪر ڪوئي خوف سوار هو.

"ڊاڪٽر صاحب!" ڪلپنا ٻيهر ڳالهائڻ شروع ڪيو

"اسان نه ٿا چاهيون ته پنهنجي ديس جي بدنامي عالمي سطح تي ٿي، پر اوهان هن ڏتڙيل قوم جي افسوسناڪ حال تي رحم ڪائو...! قوم کي هترادو بحرانن جي ور نه چاڙهيو... سڄي دنيا ترقي جي رازن کي ڄاڻيندي چنڊ تي قدم رکڻ شروع ڪيا آهن ۽ اسان پنهنجي ديسَ ڄاين کي، ايڊز... پوليو... ٽي بي... ۽ هيپاٽائيٽس بي - سي وغيره کان پاڪ ۽ محفوظ نه رکي سگهيا آهيون... دنيا الائي ڪٿي وڃي پهچي آهي ۽ اسان وٽ رڪارڊ ڪرپشن، منشيات جو عام وڪرو ۽ انساني اسمگلنگ جو ڪاروبار ٻيو هلي.....!!"



"اوهان بلڪل ٺيڪ ٿا چئو مئڊم...!" ڊاڪٽر موسيٰ ڳالهائڻ شروع ڪيو:

"اوهان جهڙا ذميوار فرد ئي قومن جا گائيڊ هوندا آهن .."

"اسان چاهيون ٿا ته ادارن جا سربراهه پنهنجي پنهنجي ادارن ۾ ذميواري جو مظاهرو ڪري تباهه حالي جو شڪار ٿيل ادارن کي بچائين...! نيٺ صبح ضرور ٿيڻو آهي.... جيڪر ان تبديلي جو آغاز هاڻي کان ٿيڻ گهرجي.... اسان دنيا جي آڏو ايٽمي طاقت جو اعتراف ته فخر سان ڳاتُ اوچو ڪري ڪيون ٿا، پر سچ اهو آهي ته اسان جو هر ٻيو ماڻهو پيٽ گذر لاءِ پريشان آهي ... هڪ ماڻهو، ٻي ماڻهو کان وات جو گرهه ٻيو کسي... ڪنهن به اداري جو تقدس نه رهيو آهي.... ڦيچ ڊاهه.... قتل و غارت..... معصوم ٻارڙن سان زيادتن جو وڌندڙ سلسلو ناسور بنجي ويو آهي... هيءَ دهشتگردي .... انتها پسندي... ۽ مذهبي جنونيت پنهنجين ئي غلطين جو ردعمل آهن، پر هتان جو صحت بخش اسپتالون اتان جي بيمار سماج کي صحتمند ماحول ڏئي سگهن ٿيون...! اسان اوهان مان پر اميد ڪردار ادا ڪرڻ جي توقع رکون ٿا!"

"وشال صاحب! اوهان جي مهرباني، اوهان اسان جي سُتل ضمير کي جهنجهوڙي جاڳايو. اسان ٻيهر پنهنجي پاران ڀرپور ڪوشش ڪنداسين ته اڄ کان پوءِ اهڙي ڪابه ڪوتاهي اسان جي فرض اڳيان نه اچي."

## 3

اسان کي ايندڙ هفتي انساني حقن جي عالمي اجلاس ۾ شرڪت لاءِ مصر وڃڻ جون تياريون ڪرڻيون هيون، پر ان حوالي سان ڪلپنا ڏاڍو مونجهاري جو شڪار هئي، چيائين: ”بابو سائين ناراض آهي؟“

”ڇو ناراض آهي؟“

”چوي ٿو، اسان پاڻ غلام... هليا آهيون دنيا جي امن ۽ استحڪام جي بحالي لاءِ ڪردار ادا ڪرڻ...!

مان منجهي پيس.

ڪيان تہ ڪهڙو؟

اهو سوچ ۾ بہ نہ هو تہ ڪلپنا جي انساني حقن واري سفر ۾، سندس پِتا ”پرڪاش“ رڪاوٽ بڻبو...! وقت جو هڪ سگهارو مزاحمتي شاعر، مظلومن جي داد رَسي ۾ ڇالاءِ آرهو هو ....؟! ڪٿي هُو پنهنجي ديس ۾ ٿيندڙ ڪاروايئن سبب دل شڪستہ تہ نہ ٿيو هو.... پنهنجي ڌرتي ۽ ان جي مظلوم ماڻهن جي حقن لاءِ سڄي حياتي جدوجهد ڪندڙ شاعر ڪي تہ حياتيءَ جي آخري حصي ۾ پوڙهو شينهن هجڻ گهرجي ها ..... پوءِ هي ڊِڄُ ڊاءُ ڇا جو ...؟!

ڳالهہ سمجهہ کان گهڻو مٿي ڀانيم تہ شام ٿيڻ کان اڳ ڪلپنا سان گڏجي سندس گهر هليو ويس. ڪاڪو پرڪاش ڊائري تي ڪجهہ لکڻ ۾ مصروف نظر آيو.

”آداب بابا...“

”وشال پُٽ! تون.....؟ ڪڏهن آئين...؟“

”هاڻي ئي...!“ چيم: ”هيڪر سوچيم، تہ اوهان لکي رهيا آهيو، اوهان کي ڊِسٽرب نہ ڪيان... پر.... پر پوءِ سوچيم، گهڻي وقت کان اوهان سان نہ مليو آهيان، روبرو ڪجهہ ڳالهہ ٻولهہ ڪري وڃجي!“

”جي آئين! ڀلي آئين...!!“

ڪلپنا جي گهر ڪي ٽيون دفعو ڏسڻ جو موقعو مليو هو. هن جو گهر ٻن ڪمرن ۽ ٿوري آڱنڌ تي مشتمل هو. آڱنڌ جي هڪ پاسي کان خوبصورت گل ۽ ٻوٽا پوکيل هئا ۽ ٻي پاسي کان ٿوري ڇپر ، جنهن جي ڀريان مانجهاندڙي



قطار ۾ پوکيل هئي، ان جي ڇانوَ ۾ ڇپر تي ويهي هو اڪثر پنهنجي ديس جا درد ڊائري تي شاعريءَ جي روپ ۾ تحرير ڪندي نظر ايندو آهي.

”بابا ڇا ٿا لکو؟“

”نظم...“

”نظم.... ڇا تي پيا لکو؟“

”ڇوڪريءَ تي!“ چيائين ”مگر منفرد آهي....“

”پوءِ تہ رومانٽڪ هوندو. ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي مُرڪ بہ هوندي...!!“

”مرڪ نَہ درد...!“

” درد؟“

”ها...“

”پوءِ ٻڌايو ني ... “

”هاءِ...! هاءِ...!“ چيائين: ”سنڌ جي هڪ اهڙي ناري جي سچي ڪٿا آهي، جنهن ۾ هُن جو بي رحم پاءُ ڪيس بيدرد ٿي مارڻ چاهي ٿو!“

”ارشاد .... ارشاد...!!“

”پاءُ منهنجا!
جيڪڏهن بابو هُجي ها .
تون ڀانا ڪوڙ ناهي،
مون کي ڪا ڏوهي نہ ڏين ها...!!
پاءُ منهنجا!
جيڪڏهن بابو هجي ها،
تون نِڙيءَ تي زور ڏيئي
دٻدٻو ــ دهشت پکيڙي
گهاءُ ڪو گهرو نہ ڏين ها!
بيگناهہ ڪاري نہ چئين ها...!!

”واهہ زبردست...!!“

”بس ڪري ٻڌا!“ ڪاڪي پرڪاش مون کي خاموش ڪرائي وڌيڪ شاعري ٻڌڻ لاءِ چيو:

”پاءُ منهنجا!

سوچ ٿورو، ڇا ٿيو ٿي؟
غير تون ڪاڏي ڪيون ٿي؟
ڇو انائن جي رکي ٻُک،
۽ اندر ۾ حِرَص پالي،
ساز شون ڪيڏيون ڪيون ٿي...!!
پاءِ منهنجا!
جيڪڏهن تنهنجي اڱڻ تي
منهنجي لئه سايو نه آهي،
آءُ ناري بيگناهين.
منهنجو ڪو رايو نه آهي."

"واهه. واهه...!!"

مان سندس نظم تي داد ڏيڻ کان رهي نه سگهيس، چيم: "سنڌ جي مظلوم عورت جي درد ڪٿا جو ڇا ته شاندار اظهار آهي."

"پهريان غور سان پڙ ، واهه واهه پوءِ ڪر !" ڪاڪي پرڪاش جو آواز گونجيو.

"جي .... جي پڙايو..." چيم: "مان دل سان پڙان پيو!"

"پاءِ منهنجا!
دير ڇا جي؟ ڪڻ ڪماڙي؟
ٿيءُ خوني! مار مون کي ...!!
پاءِ منهنجا...!
جيڪڏهن بابو هجي ها،
پيڻ جو قاتل نه ٿين ها...!!"

ڪاڪي پرڪاش هاڻي دادُ واري نگاهه سان ڏٺو.

"واهه غضب جي شاعري آهي..." چيم: "سنڌ جون نياڻيون، جن ڪات ڪماڙن جي غليظ رواجن جي پنجوڙن ۾ حياتيون وڃائن پيون، تن المناڪ سانحن جي عڪاسي ڪندي اوهان جَسُ لهڻو!"



"تون ڇو چپ آهين؟" ڪاڪي پرڪاش جو رخ ڪلپنا طرف ٿي ويو، ڪيس اداس ۽ خاموش ڏسي چيائين: "توکي منهنجي شاعري نه وڻي ڇا؟"

"نه اهڙي ڳالهه نه آهي!" ڪلپنا جو آواز ڏڪويل هو.

"ته پوءِ ايتري گهري خاموشي جو ڇا مطلب ....؟"

"بَس ....!"

"ڇا بسِ ....؟" ڪاڪي پرڪاش جو آواز سخت ٿيڻ لڳو: "تون اسان کي پُڏائڻ ۾ دير ڪري پريشان ڇو ٿي ڪرين آخر؟"

ڪلپنا پاڙو نه ٻوليو...! چپ.... ڄڻ گونگي ڇوڪري هجي!

"بابا....!" ڪلپنا جي خاموشي مون کان برداشت نه ٿي، چيم: "اسين مزاحمت جي مٽيءَ مان جنم ورتل وجود آهيون. اسان سڄي دنيا جي امن لاءِ خدمتون سرانجام ڏيڻ چاهيون ٿا....."

"سمجهي ويس...!" چيائين: "ڪلپنا کي مصر ۾ ٿيندڙ انساني حقن جي عالمي سيمينار ۾ وڃڻ جي اجازت گهرجي نه...!!"

"جي ها..."

"اهو ناممڪن آهي......!!"

چپ ٿي ويس، ڪي ساعتون، ڪي لمحا ماٺ وٺي ويم...!

"وشال...؟" ڪاڪي پرڪاش گهٽي خاموشي کان پوءِ ڳالهايو.

"جي بابا...!"

"تون انصاف ڪر...! فيصلو تنهنجي هٿ ۾ آهي... هن کي هر حال ۾ مصر وڃڻ جي اجازت گهرجي..... هوءَ هن مهيني مصر جي وزٽ تي ويندي، ٻي مهيني شام.... ٽين مهيني بيلجيم.... چوٿين مهيني نيويارڪ.... پنجين مهيني وري ڪنهن ٻئي ملڪ..... انساني حقن وارا سڄي دنيا ۾ ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي پيا سيمينار ۽ پروگرام ڪرائيندا رهندا ۽ مان پنهنجي جوان ڌيءَ دربدر ٿيندي ڏسان ڇا...!"

مان چپ رهيس .... ڳالهايان به ها ته ڇا؟

"هڪ پيءُ کي جڏهن اولاد ئي هڪ ڌيءَ ۽ هڪ پٽ هجي.... پُٽ جلاوَطن ۽ اکين کان ڪوهين ڏور...! هڪ ڌيءَ، سا به پنهنجي پوڙهي پيءُ کان مهيني ٻي ڏور هلي وڃي.... اهو ڀاري درد هاڻي مون کان برداشت نه ٿو ٿئي!"

"سچ تا چئو بابا، پر....."

"پر پر ڪجهه به نه پت...! تنهائي وڏو عذاب آهي!"

"بابا...! هن ڀيري مون کي نه روڪيو.... دنيا جي سڀني مظلومن قومن جي اهم گڏجاڻي آهي.... پوءِ جيڪو توهان جو حڪم هوندو.... ڪيڏانهن نه وينديس...." گهڻي خاموشيءَ کان پوءِ ڪلپنا ڳالهايو.

"مصر جي سيمينار کان پوءِ توکي هر صورت ۾ شادي به ڪرڻي پوندي ڪلپنا...! اهو منهنجو شرط آهي ...!!"

"آءٌ شادي به ڪنديس بابا...!"

"هڪ پيءُ جو هڪ ڌيءَ سان واعدو؟"

"پڪو واعدو...!"

ڪاڪي پرڪاش جو اداس چهرو ٻهڪڻ لڳو ۽ منهنجي چهري تي جڻ رات جا ٻارنهن وڄندا هجن...! ائين ڀانيم، جڻ هن جي جدائي جا ڏينهن ويجهو آيا هجن ۽ مان هُن جي يادن جي درد ۾ پاڻ وڃائيندو هجان...! هونئن به مرد، جنهن عورت سان بي پناهه محبت ڪرڻ لڳندو آهي، ان جي حاصلات جي اميد تائين ته ڏاڍو پُر اميد هوندو آهي، پر جڏهن لاحاصلات جي ليڪ جو بنياد پوڻ لڳندو آهي، تڏهن خوف ۾ اچي پنهنجون وايون بتال ڪري ويهندو آهي.... حقيقتن کان خبردار هوندي به بي خبر هوندو آهي.... اهڙو ئي قِصو ڪلپنا ۽ منهنجو به هو.... هڪ هندو ڇوڪريءَ ۽ مسلم نوجوان جي شادي، گهٽ ۾ گهٽ سنڌ ۾ ته مشڪل هئي.... پوءِ به نه ڄاڻ ته ڇو منهنجي مَن ۾ هن لاءِ محبت ويئي ٿي وڌندي.....



## 4

شام جو جيجيءَ کي اسپتال مان موڪل ملڻي هئي ۽ مون کي شام ٿيڻ جو شدت سان انتظار هو. جڏهن شام ٿي ته جيجي ضد ٻڌي ويٺي، چيائين: "وِشا کي به مون سان گڏ ڳوٺ هلڻو پوندو...!"

جيتوڻيڪ وڏي عرصي کان ڳوٺ نه وڃڻ ڪري اڪثر مٽن مائٽن ۽ ننڍپڻ جي دوستن جا ڏورا پا به سُجهڻ پيا، پر ان باوجود به ڳوٺ وڃڻ جو سوچي مَنُ ٻُڏي رهيو هو، جنهن جو ظاهري ته ڪو به سبب نه هو، پر مان سمجهيم پئي، شهر ۾ آوارگي سان زندگي گذارڻ جو مزو پنهنجو ۽ منفرد هوندو آهي.... نه روڪ نه ٽوڪ...! ۽ نه ئي ڪنهن جي حڪم مڙهيل زندگي گذارڻ جو اونو...! پنهنجي زندگي پنهنجي مرضي...! مگر ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي اختيار جون واڳون ٻين هٿن ۾ به اچي وينديون آهن، جيئن اڄ جيجيءَ جي اصرار مون کي ڳوٺ جي ڳليون واپس ڏسڻ تي مجبور ڪيو آهي!

ڳوٺ پهتس ته بابو، امان، سئوٽ، ڀڳات ۽ ڪجهه ٻيا ڳوٺاڻا ڏاڍو خوش نظر آيا، چيائون: "ڀلي ماڻهو ڪيڏو به وڏو ڇو نه ٿي وڃين، پر پنهنجن کي نه وساري!"

"ڳوٺن ۾ ڇا رکيو آهي...؟!" چيم: "نه امن...! نه روزگار جا ذريعا...! سڀ پريشان..... ڪنهن کي اڄهو ڪونهي ته، ڪنهن کي تن تي ڍڪڻ لاءِ سُٺو ڪپڙو نه ...! اها آهي ٻهراڙين جي زندگي ......!!"

"السلام عليڪم ... "

"وعليڪم سلام ..." اوچتو آواز تي پيري ڪچهري جون نگاهون سامهون ايندڙ طرف کڄي ويون.

"اڙي سؤٽ دودا تون!" هن جي ويجهو ايندي ئي ڪيس هڪل ڪيم

"ڪٿي هئين.....؟"

"بس سؤٽ!" ٿڌو ساهه کڄي ويس، چيائين: "تون ڳوٺ ۾ رهين ته خبر پوئي، اسان ڪيترين تڪليفن ۾ گذاري رهيا آهيون......!!"

"خير ته آهي ... وري ڇا ٿيو؟"

”پڙهيو لکيو هوندي بہ نوڪري نہ ملي تہ زندگي گذارڻ لاءِ هارپي ڪي ترجيع ڏنم.... پر ساڳيا درد زندگي جو حصو رهيا آهن... ڪڏهن ٻوڏ تہ ڪڏهن سوڪِ ... فصل ٻڏيو يا سڪيو وڃن.... ويتر روز بہ روز قرضي....“ دودو ايترو چوندي مون طرف وڌي آيو، پاڪر ۾ ڀرڻ جي ڪوشش ڪئي مانس تہ رڙ ڪري چيائين: ”پاڪر نہ پائجان؟“

”چو؟“

”ڪٽڪ جو ٽريشر هٽائي ٻاهران ٿو اچان، سارو جسم ڪُتِ ۽ مٽي ۾ پريل آهي.“

”خير آ يار ... اچ وڏي، پاءِ پاڪر...!!“

”نہ ادا پاڪُر نہ...! ٻوجاري ڪٽڪ جي سوئن منهنجي جسم کي هَچارو ڪري ڇڏيو آهي... ڪَنهي ڪَنهي ٻُت ئي رهڙي ڇڏيو اٿم...“

”پوءِ ڇا ٿيو، مان بہ ڪٽي ڪنهدس .... اها ڪا وڏي ڳالهہ آهي!“

”نہ ادا“

”يا سِڪ نہ اٿئي؟“

”ڇگو نہ ٿو مُڙين تہ اچ .... وڃهہ پاڪر.... لاهِ سِڪَ...!!“

دودو ۽ مان پاڻ ۾ ٻکجي وياسين.

”اڙي وشال...!“

”هون...!!“

”سال گذري ويا، تون ساڳي جو ساڳيو.... سيپڪڙو.... ڪائين سُنو... اُٿين ويهين آفيسرن سان.....“

”ويهہُ منهنجي سامهون...“ چيم: ”تون رڳو ڪوڏر هٿ ۾ ڪٽي صبح جو زمين تي ۽ شام جو گهر تائين محدود .... توکي ڇا خبر تہ دنيا ۾ ڇا ٿو وَهي واپري.... يا دنيا ڪٿي بيٺي آهي؟“

”ڪٿي بيٺي آهي؟“

” ڊڳي جي سڱ تي!“ کلندي چيم.

”اسان ڇا ڄاڻون!“ دودي وراڻيو ”اسان کان اهو پڇ تہ هَرُ ڪيئن هلائبو آهي...؟ زمين ڪيئن آباد ٿيندي آهي...؟ ٻيجارو ڪيئن پوکبو آهي؟..... رونبو ڪيئن ڪبو آهي..... يا فصل جي سار سنڀال ڪيئن لهڻ گهرجي؟...!!“

”واهہ ! تون تہ باقاعدي ڄاڻو ڪڙمي ٿي ويو آهين...!!“



”بس ادا وقت سڀ ڪجهہ سيکاري ٿو ڇڏي.“

”ڇگو ڀلا اهو تہ ٻڌاءِ، ڪٽڪ جي ٻَنئي گهٽي ٿيئي؟ ۽ توکي حصو ڪيترو آيو؟“

”حصو وري ڪهڙو؟“ دودي جي ڳالهين ۾ درد سمائجڻ لڳو، چيائين: ”ڪُل چار مڻ ڪٽڪ آئي!“

”بس چار مڻ...؟“

”ها...“

”ڇَهہ مهينا پنهنجي ٻارن ٻچن سميت لوڙيئي.... رات جا اوجاڳا... پاڻي جا وارا ۽ سنڀال.... وليون....ٽريشر جو ڳاهہ...! تنهنجي ايڏي محنت...!! توکي ڇا بچيو؟“

”اڙي ادا....! بس جيئون پيا...!“

دودي جي آواز ۾ اداسي حاوي ٿيڻ لڳي، جنهن کي محسوس ڪندي سندس دل رکڻ خاطر چيم:

”دودا توکي ياد آهي؟“

”ڇا؟“

”تو گهڻو وقت اڳ هڪ ڪَمُ ڇيو هو؟“

”ڪَمُ؟“

”ها!“

”الائي ڪهڙو؟“

دودو سوچ ۾ پئجي ويو.

”اڙي بيوقوف! پنهنجي نوڪري لاءِ چيو هُيئہ نہ؟“

”ها .... ها“ دودي جي طبيعت ۾ تبديلي اچڻ لڳي.

”پوءِ ڪو آسرو وغيره ٿيو آهي ڇا؟“

”ها! هڪ دوست آهي، جيڪو ايجوڪيشن منسٽر جو خاص ماڻهو آهي، ڪيس چيو اٿم، دلجاءِ ڏني اٿائين.“

”ائين ڪر يار.... لوڙي مَري ويو هان.“

”پر دودا ٻُڌ تہ....“

”جيءُ ..... جيءُ ... ادا!“

”ادي ماهہِ لقا ڪٿي آهي، ظاهر ناهي ٿيو؟“

”ڪٽڪ جي ٻَڌئي تي مون سان گڏ هئي، هاڻي گهر وئي، ننڍڙي جو فڪر هئس.“

”اڇا ٻُڌ...! ننڍڙي جو نالو ڇا رکيو اٿئي؟“

”زوهيبُ!“

”سُٺو نالو آهي.“

”چڱو سؤٽ مان وهنجي ڪپڙا مٽائي واپس ٿو اچان، پوءِ ٿا ڪچهري ڪري وٺون.“

”ٺيڪ آهي!“ چيم ”پر آدي کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي اچجانءِ، گهڻا ڏينهن ٿيا آهن، ڪيس نہ ڏٺو اٿم.“

دودو موڪلائي ، پنهنجي گهر طرف وڌي ويو. هن جي گهر ۽ اسان جي گهر ۾ هڪ گهٽي جو مفاصلو آهي.

”سؤٽ دلمراد ڪٿي آهي؟“ دودي جي ويندي ئي بابي کان پڇا ڳاڇا ڪئي: ”هو نظر نہ ٿو اچي؟“

”ڏوڙ وِجهيس نپاڳي ڪي!“

بابي جي ڳالهہ ڄڻ مونجهاري جو شڪار بڻائي ورتو، چيم: ”هتان جي ٻِن جُهڳن ۾ بہ وڇوٽيون پوڻ لڳيون آهن ...؟“

”ها!“

”وڏي ڳالهہ آهي ...!“ چيم: ”پوءِ هڪ ڳوٺ ۾ گڏ ڪيئن رهي سگهبو؟“

”گڏ رهون يا ڌار...! ڪهڙو فرق ٿو پوي؟!“

بابي جي سخت لهجي ۾ ضرور ڪو راز هوندو. اهو سوچيندي ئي ٻڏتر جو شڪار ٿيڻ لڳس! رات جو ننڊ ئي نہ پئي آئي جو امان پڇيو:

”ننڊ نہ ٿي اچئي ڇا...؟“

”نہ امان...!“ چيم: ”تون ۽ مان سڄي رات ڪچهري ڪنداسين!“

”امان...!“ منهنجي اکين ۾ پاڻي تري آيو.

”توکي جيجي جي پارت هجي...!!“

”اها بہ ڪا چوڻ جي ڳالهہ آهي.“ چيائين: ”منهنجي سَسُ آهي، سَسُ ۽ ماءُ برابر هونديون آهن مان هن کي ڪيئن ڏکيو رکنديس..“



”پوءِ بہ امان...! هن جو تون ئي خيال ڪجانءِ پيرسن آهي.....“

رات جون ڪيتريون ئي گهڙيون امان ۽ مان ڪڏهن چپ تہ ڪڏهن ڳالهائيندي گذاريون . اچانڪ منهنجي ذهن ۾ هڪ ڳالهہ اڀري آئي:

”امان ! سؤٽ دلمراد جو ڇا مسئلو آهي؟“

”بس! پُٽ ڳالهہ نہ پڇ...“

”پر امان ....! مان راز ڄاڻڻ گهران ٿو.“

”زمانو ڏاڍو خراب ٿي ويو آهي پٽ.... اڳي اهڙو زمانو ڪٿي هو.....!!“

منهنجي دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي.

”ها امان، مان ٻڌان پيو.... تون چُپ نہ ٿي...!“

”ماهہِ لقاءَ....“

امان ايترو چئي چپ ٿي وئي.

گهڻي دير تائين هن جي ماٺِ نہ ٽُٽي.

”هُو اسان جي ادي ماهہِ لقا کي وڙهندو هوندو، ڇَٽُ!“

”نہ ....نہ...“

”باقي؟“

“ڪجهہ بہ نہ.... تون ننڊ ڪر.“

ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي آئي، ڳالهائيندي ٻولهائيندي آخر هوءَ ڇو چپ ٿي وئي هئي.

” امان ٻڌاءِ ؟“

”نہ پُٽ، ڇڏ انهيءَ ڳالهہ کي!“

”اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي، جنهن جي ٻڌائڻ ۾ ڊڄي رهي آهين؟“

چيم؛”مون کي سڄي رات وسوسي ۾ ننڊ نہ ايندي..... ٻڌاءِ مون کي ... ڇا توکي پنهنجي پُٽَ تي ڀروسو ناهي؟“

”آهي...“ چيائين؛ ”هڪ رات دودو پاڻي جي واري تي زمين تي ويل هو... ان ڪميني موقعو تاڙي ماهہِ لقا جي عزت ۾ هٿ وڌا هئا....“

ذهن مان ٽڪاءَ نڪري ويا..

سوچيم، ”سنڌ جي ننڍڙن ڳوٺن ۾ بہ اهڙا بيغرت پيئر رهن ٿا، جيڪي پنهنجي نفساني تسڪين لاءِ پنهنجي ڀاڄاين مان بہ نہ ٿا مڙن...!!“

" پوءِ ان ڪميني شخص وري ماهِ لقا جي مٿان يار سان ملڻ جو الزام مڙهيو هو...."

"پوءِ؟"

"پر ماهِ لقا چيو تہ منهنجي عزت ۾ هٿ وجهڻ وارو اهو ئي "دِلو" آهي..... مگر ڪنهن بہ نہ ٿي مڃيو....."

"اسان کي پڪ ڪيئن پوي تہ اصل مجرم دلمراد آهي يا ماهِ لقا...!!؟"

" ڳوناٺن جي بحث تي ماهِ لقا سيني کي روئي قسم ساک تي ٻڌايو تہ جنهن مون سان بدمعاشي ڪرڻ پي چاهي، ان جي مٿي تان ٽوپي لاٿي اٿم."

"پوءِ؟؟"

"پوءِ ٽوپي جي ڳولها شروع ٿي وئي، ٽوپي ماهِ لقا جي کٽ، هيٺان ڪريل هئي..... جڏهن سيني ڏٺو تہ ٽوپي دلو جي آهي، تڏهن سيني گڏجي سندس مُنهَن ڪارو ڪيو هو..."

"مطلب ڏوهي بہ دِلو، ۽ الزام بہ ادي ماهِ لقا تي!" چيم: "پوءِ هن دلمراد جون نصيحتون ڪاڏي ويون...؟ 'وياج نہ کائو، رشوت گناهہ آهي ۽ پنهنجي اکين کي جُهڪائي هلو' جو درس ڏيڻ وارو نيڪ نمازي ايڏو ڪريل نڪتو.... لعنت هجيس ڀروپيو ڪنهن جاءِ جو...!!"

امان چپ ٿي وئي، پر منهنجي اندر ۾ طوفان جاري هو، چيم: "پوءِ ڇا ٿيو امان؟"

امان ڪجهہ بہ نہ ٿي ڳالهايو.

"ڇا اهو دجال اجان بہ آدي ۽ دودي سان گڏ هڪ گهر ۾ رهي ٿو؟"

"نہ!" امان جي آواز ۾ بہ ڪاوڙ ڀريل هئي، چيائين "هتي رهي ها تہ پوٽيون ڪاوانس ها"

"باقي ڪٿي ٿو رهي...؟"

"افغانستان ڀڄي ويو آهي، ويڙهاڪن ڏي...!!"

"امان! ماڻهو سڄي زندگي نيڪيون ڪري، پر جيڪڏهن هڪ غليظ عمل ڪري ٿو تہ پنهنجي سڄي حياتي جي عملن جو انت ٿو آڻي ڇڏي...!!"



رات پنهنجي سفر ۾ اڳتي وڌندي شايد اڌ رات کان بہ ٽپي وئي هئي، امان کي ننڊ جو گهيرتُ وٺي ويو ، پر مان ننڊ نہ اچڻ سبب جاڳي رهيو هوس. ڳوٺ جي اڳئين پاسي، زمينن مان رکي رکي ڪُتن جون ڀونڪون ٻڌڻ ۾ اچي رهيون هيون، مون اندازو لڳائي ورتو هو تہ ڳوٺ جي رات شهر جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اونداهين ۽ خطرناڪ ٿئي ٿي.

پرهہ سَمي بابو سائين تهجد جي نماز ادا ڪرڻ لاءِ اُٿيو تہ مون هرو ڀرو اکيون بند ڪري ڇڏيون....!

نئين صبح جي سج اجان شايد ڇيهہ مَس ڪڍي هوندي، مان اڌ ننڊ ۽ اڌ جاڳ ۾ اجان رلهي اوڍي سُتو پيو هوس، تہ سيراندي کان ماهِ لقا جو آواز ٻڌو هو:

"ادا...! اُٿ صبح ٿي ويو آ...!!!"

"اُٿان ٿو... جهٽ ييهہ، ٿوري ننڊ ڪرڻ ڏي!"

"نہ ييهنديس... "چيائين: "هاڻي ئي اُٿ؟"

"نہ ....!" اکين کي زور سان بند ڪندي وراڻيم.

"اُٿين ٿو يا هاريانءِ مٿان پاڻي...؟!"

"اٿان ٿو.... بس نہ...!!"

"ها اُٿ؟"

"پاڃائي...! ايڏانهن پاڻيءَ جي جڳ کڻي اچ، ڏسون تہ ڪيئن ٿو ننڊ ڪري...!" ماهہ لقا جو ضِد جاري هو.

"اٿيو تہ آهيان!"

"ڪوڙا..." چيائين: "اٿيو وري ڊوڙ آهين... اُٿ دير نہ ڪر.... ڇڏ رلهيءَ جي پچر.... ايڏي ننڊ... ماڻهو آهين يا ديوُ؟"

"ها اُٿان ٿو، اکيون تہ کولڻ ڏي... پنج منٽ....!"

"نہ هڪ منٽ بہ نہ؟" چيائين: "تون ڪهڙو مامو آهين، پنهنجو ڀاڻيجو بہ نہ ڏٺو اٿئي؟"

ماهِ لقا سان کٽي نہ بہ اٿان ها، پر سندس ننڍڙي پٽ جي ذڪر اچڻ تي اٿي ويٺس.

"پاڻي تہ آڻي ڏي نہ، هَٿُ مُنهُن ڌوئان..."

"نه .... نلڪي تي وڃ..."

اکيون مهٽيندو نلڪي طرف ويس! جڏهن واپس موٽ ڪاڏم ته اکيون اجان به ترورا ڪري رهيون هيون.

"تنهنجو ننيڙو ڪٿي آهي؟"

"گهر ننڊ پيو آ. کٽي تي اچانس..." چيائين: "پنهنجي ديوَ مامي تي ويو آهي، رات ڏينهن نينڊڀي...!!"

مون کان ٺهڪ نڪري ويو. چيم: "شڪر ڪر مامَن تي ويو.... پنهنجي ڏڳي ۽ گدلي پيءُ تي نه ويو."

"ڏڳو.... گدلو...." چوندي ماهِ لقا کان به ٺهڪ نڪري ويو، جڻ منهنجي ڳالهه دل سان لڳي هجيس!

ماهِ لقا پنهنجي ننيڙي کي کٽي اچڻ جو چئي، پنهنجي گهر طرف هلي وئي ۽ مان ترورا ٿيندڙ پنهنجي اڌ بند ۽ اڌ کليل اکين سان گهر جي اڱڻ کي چوطرف ڏسڻ لڳس.

سامهون ڪمري جي اوپر کان امان ڪيرُ ولوڙي رهي هئي ۽ ان جي پرسان اولهه طرف رڌڻي ۾ پاڇائي بختاور رڌ پچاءُ ڪري رهي هئي..... ۽.... ۽ اُن جي پرسان هڪ ٻي عورت به بيٺل هئي....

"ڪير آهي اها...؟ گلابي ۽ خوبصورت پوشاڪ ۾....؟ پيهر نهاريم. پُنيري بيٺل ماهين هئي...!

هوءَ ايڏو پنڌ لتاڙي صبح سويري ڪيئن پهتي ؟؟"

هن کي ڏسندي ئي رڌڻي طرف وڌي ويس.

"مکڻ کائيندين؟" امان پڇيو.

"رُڪو؟"

"ها"

"نه وڻندو..."

"مکڻ ۾ ماکي ملائي، پوءِ کائو!"

پوئتي ڏٺم، پاڇائي بختاور سان گڏ ماهين، ڪڻڪ جا اوڦراٽا تيار ڪري کڻي آئي هئي.



"واهه ڙي عشق!" دل ئي دل ۾ چيم: "ڇوڪري! پنهنجي جواني جو خير گهرُ..... نه لڳ اسان رولاڪن جي ڪڍ.... پاڳل دربدر نه ٿي وڃين....!"

"اچو ماني کائو!"

"مان کو تنهنجو مهمان آهيان ڇا؟"

"نخرا نه ڪريو..." ماهين جي اکين ۾ شرارت پرجي آئي، چيائين "ماڻ ڪري هلي ماني کاءُ...!!"

مان اندر ڪمري ۾ هليو آيس، ته ماهين به ماني کڻي ڪڍ لڳي آئي.

"پاڇائي ڪاڏي وئي؟"

"ماکي کڻڻ!"

"وڏي چالاڪ آهين ماهين!"

"متان نه مڃين..." چيائين: "منهنجو روح تنهنجو پيڇو نه ڇڏيندو!"

"ڇو نَه ڇڏيندو؟"

"ڇو ته تون ان ڇوڪريءَ جي اڌوري خواب جي ساڀيان آهين، جنهن جو هر خواب تون ۽ اُن جي منزل به تون هوندو آهين!"

"ماهين تون هاڻي ڇوڪري ناهين رهي" چيم: "هڪ جوان عورت آهين ...عورت...! اکين ۾ جواني جي چمڪ... سينو مضبوط/ پرپيل... ڇيلهه تي وارن جو چوٽو.... نيڻن ۾ شرارت... ڳل ماسَ سان ٽمٽار... پرون سيٽ ٿيل.... ۽ ..."

"۽ .... ڇا ؟"

"دل ۾ بيماني!"

"ڇاجي بيماني؟" ماهين غصي ۾ اچڻ لڳي، چيائين: "ڇڳائي گم گناهَ نازل...!!"

"ڇاجي ڇڳائي...؟ هان...؟ منهنجي گهر ۾ منهنجي خدمت... ناهي ضرورت!؟"

"تون وڏو مَداري آهين وشال...!" ماهين جو آواز ڳرو ٿيڻ لڳو، چيائين: "تنهنجون هڪ ۾ اکيون آهن.... ٻي ۾ هٿَ.... ۽ ٽين ۾ آسرو...؟!"

"اکيون ڪنهن ۾ آهن؟"

"مون ۾!"

"هَٿ؟"

"آرزو ۾...!!"

"۽ آسرو؟"

"ڪلپنا ۾...!!"

"مار! هن کي تہ سڀ خبر آهي." سوچيم، "پر هن کي ڪنهن ٻڌايو؟"

"ڇا ٿيو؟"

"ڪجهہ بہ نہ!"

"ڪجهہ سوچيں ضرور ٿو."

"سوچيان ٿو توکي ڪيئن خبر پئي؟"

"جنهن جي محبت پٿردل انسان سان هجي ۽ اهو پٿردل انسان جڏهن دُور ۽ دَرِ دَرِ پٽڪندي نظر اچي، تڏهن "اُن" جي هر اُٿڻي ويهڻي تي نظر رکڻي پوندي آهي..... پر تنهنجي اکين تي، رَتُ جي رشتيداري کان، نفرت ۽ دور وڃڻ جو جنون سوار آهي..... مون کي تنهنجي جنون ختم ٿيڻ واري ڏينهن جو انتظار آهي وشال.... مان پُراميد آهيان، تون ضرور موٽي ايندين؟"

"منهنجو انتظار نہ ڪر؟"

"ڪنديس!"

"مان تنهنجو نہ ٿيندس۔نہ ٿيندس..."

"اهو وقت ٻڌائيندو......!"

ماهين ۽ منهنجو تڪرار اجان وڌيڪ تيز ٿي وڃي ها، پر اوچتو ماهِ لقا کي ڪمري ۾ ايندي ڏٺو هئم، هوءَ پنهنجي ننڍڙي پُٽ کي ڪڇ ۾ کڻي آئي هئي.

"اوهہ...! هي تہ چنڊ جو ٽڪرو آهي ...! ماهہ لقا هي تہ تنهنجي هم شڪل آهي."

ماهِ لقا مرڪي پئي، جڻ هن جي اميدن جو چنڊ بہ هن جي جهولي ۾ مرڪي رهيو هجي.

مان هڪ لمحي لاءِ اکيون مٿي ڪري ماهين طرف ڏٺو ۽ پوءِ کيس آهستي چيو: "اهڙو خوبصورت ٻار تون ڪڏهين....؟"



ماهين جي پيلي رنگ کي ڏسندي ڊڄي ويس، سندس دل رکڻ خاطر قريب وڃي ويس، چيم: "مان ماهين جو آهيان...!"

"ڇا؟" پڇيائين.

"ماروت!"

ماهين کان هڪ ٿڌڪ نڪري ويو ۽ پوءِ ڪلندي ڪلندي هن جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا.

ڀاڄائي بختاور موٽي آئي.

هن جي هٿ ۾ ماکي ۽ مکڻ هو.

۽ ماهين ڪٽڪ جا اوڙا اڳيان آڻي رکيا.

ادي ماهِ لقا، ماهين جي اهڙي خدمت ڪرڻ تي حيران هئي، چيائين: "ماهين خدا تنهنجي محنت رائيگان نہ ڪندو.."

"آمين..."

ماهين ڪپڙن ۾ نہ ٿي ماپي!

مان ماني کائڻ ۾ جُنبي ويس، پر رکي رکي ماهين طرف ترڇي نگاهن سان ڏسندو بہ پئي رهيس، هن جون اکيون، منهنجي چهري کي پرکڻ ۾ گم هيون.

"ماهين...؟"

(......) هوءَ خيالن ۾ گم هئي.

"ماهين، مان توسان آهيان ماهين...!!"

"هان....!"

"مون کي تنهنجو قدر آهي، پر مان توکي دوکي ۾ رکڻ نہ ٿو چاهيان..... تون تہ سڀ ڪجهہ سمجهين ٿي...!!"

"مان ڪجهہ بہ نہ ٿي سمجهان سنگدل ماڻهو...!"

ماهين جي اکين جا بند ٽٽي پيا ۽ هوءَ ڪمري مان ٻاهر هلي وئي.

5

اڄ سڄو ڏينهن سوچيندي گذريو آهي:

هر سوچ اڌوري.... پيڙا.... پيڙا جو ڪٺن سفر!

مان زندگي جي ڪهڙي موڙ تي بيٺو آهيان؟

منزل ڇاهي...؟ هي رستا ڪٿي مون کي ممڪن ۽ ناممڪن جي صليب تي چاڙهي، حياتي کي زهر تہ نہ بڻائيندا؟

منهنجي ۽ منهنجي دل جي هن خانہ بدوشي جي پڄاڻي ڇا آهي؟

مان تنهاين جي رڻ ۾ دربدر تہ نہ ٿيندس!

نہ؟

ها!؟

رستا سوڙها آهن ۽ روشني نظر نہ ٿي اچي...!!

**آرزو:**

نہ منهنجي هئي ۽ نہ آهي... پوءِ هن ڇو مون کي پنهنجو سمجهيو هو؟ منهنجي ياد ۾ هُن پريم جا ڏيئا ڇو روشن ڪيا.... ڇو انتظار ڪيو... ! پر مان تہ نَہ مٽيو هوس نہ...!!!

**ماهين:**

زور آور...! ضدي...!!

مان هر صورت ۾ "هن" جو ٿيان؟

ناممڪن!

مان مڃان يا نہ، پر آهي ماکي مکڻ جي سپنڊ جهڙي.... قربائتي.... سدا ملوڪ.... سيبتي..... نازل.... روئڻي...!

"منهنجو روح تنهنجو پيڇو ڪندو رهندو." جهڙو ضد نہ ڪري، تہ سونهن جي راڻي...!!

**ڪلپنا:**

منهنجي جواني جي سڦلتا.... سپاڻي جي روشني.... پيار جي ابتدا.... منهنجي خوشي/منهنجو درد .... زندگي جي نکار.... منهنجي منزل جو آغاز/



پڄاڻي.... خطرن جي گهيري ۾.... پن ديسن/ پن حصن ۾ ورهايل...! انساني حقن جي علمبردار.... حساس.... منهنجي دل جي درد کان اڻ ڄاڻ...!

ڪير منهنجي ٿيندي؟

ڪنهن جي ڀاڳ جي لڪير مون کي پنهنجو ڪري وٺندي؟

منهنجا سپنا اگهبا يا مان خود سپنن جو حصو ٿي ويندس؟

ڇا ٿيندو؟

منزل جو تعين ڪهڙي وقت/ حالتن جو سنيهو آڻيندو...!؟

منهنجا خواب/ هنن جا خواب.

ڪڏهن حقيقتن ۾ تبديل ٿيندا...؟ ٿيندا بہ الائي نہ...!؟

## 6

هي رات اسان جي اوطاق ۾ سيني ڳوٺاڻن جي وچ ۾ وڏي ڪچهري لڳي... ڪِلَ.... ٽوڳ... ۽ مذاقن جو ماحول جُڙي ويو، جنهن کان پوءِ راندين جي به شروعات ٿي ... تاش پتي ۽ نوٽڻ راند ڪيڏندي رات جا ٻارنهن وڄي ويا. پر مان ڪابه راند کيڏڻ سواءِ ماٺ ڪري ويٺو رهيس.

"ادا وشال!" نوٽڻ راند ۾ شڪست کان پوءِ صابُو مون طرف وڌي آيو، آهستي چيائين: "ادي آرزو جو ڇا ٿيندو؟"

"ڇا وري ڇا ٿيندو؟" چيم "مطلبي مرشدن کي پنهنجي گهرن ۾ ڳوٺن جو مالڪ ڪندؤ ته اهڙا ظُلم پيا ٿيندا رهندا!"

"يار! اسان مسڪينن جي تون ئي مدد ڪري سگهين ٿو." صابو ٿڌو ساهه ڀري چيو: "اهو اسان کان ڇپيو ائٿي، اسان جون عزتون ڪيترو بدنامي ۽ رسوائي جي ور چڙهيون آهن. اسان سنڌ جي سادي ۽ ابوجهه ماڻهن کي، بزرگي جي روپ ۾ انهن رهزنن مرشدن نه ڄاڻ ڪيترو نقصان پهچايو آهي...!"

"ٺيڪ آهي ٻاءُ صابو، مان پوري ڪوشش ڪندس."

گذريل رات جي اوجاڳي سبب ننڊ اچڻ لڳي، ته ڪچهري کان موڪلائي گهر اچي سُمهي پيس.

خبر ناهي، رات جي ڪهڙي پهر ننڊ ئي ننڊ ۾ محسوس ٿيو ته ڪوئي اسان جي ڳوٺ جي امن کي تباهه ڪري رهيو هجي... سڄي ڳوٺ جا ماڻهو خوفزده نظر ايندا هجن ۽ .... پوءِ جڏهن ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿيس ته گولين جا اڻ ڪٽ آواز... رڙيون... هڪلون...

"آيو...! نه ڇڏيونِ .... پڪڙيونِ...! ڪاڏي ويندا.... دل نه هاريو اِڃهو پُهتو...!"

فائرنگ.... لڳاتار فائرنگ.... 'چور آهن يا ڌاڙيل...!!

فائرنگ جاري هئي، اچانڪ هڪلون بند ٿيون ته روئاچ شروع ٿي ويو.

منهنجي دل گهبرائڻ لڳي، سوچيم: "قانون جي بالادستي جي ڪوٽ، ڀراڙين ۾ انارڪي وارو ماحول پيدا ڪري ڇڏيو آهي... آخر هن امن جي نگري جا ماڻهو ڪيڏانهن وڃي رهيا آهن؟"



"ڇا ٿيو...؟ جواب ڇو نه ٿا ڏيو...؟ خير ته آهي نه؟؟"

"خير ناهي ؟"

"ڇو؟ ڇا ٿيو؟"

گوڙ ويو ٿي وڌندو، حقيقت معلوم نه پئي ٿي سگهي، رڳو ڇوڏسا روح راڙو، جاري هو. مان صورتحال کي معلوم ڪرڻ لاءِ به چار قدم مَس ڪنيا ته دودو ڊوڙندو اسان جي گهر پهتو.

"دودا ڇا ٿيو آ؟...!!"

" ادا خير ناهي!" دودو سهڪي رهيو هو، چيائين "هٿياربندن گهر تي حملو ڪري ماهِ لقا کي زخمي ڪيو آهي..."

"ماهِ لقا کي؟"

"ها ...."

مون کان رڙ نِڪري وئي.

امان جا ڇِهہَ ڇڄي پيا.

رات جي انڌيري ۾ سڀ ڊوڙندا دودي جي گهر آياسين. ادي ماهِ لقا رت ۾ لِتُ پِتُ هئي... نه هان ... نه هون...! الائي ته ڪيتريون گوليون هن جي جسم کي پروڻ ڪري ويون هيون.

"جلدي اسپتال پهچايوس."

"نه ....ساهه نڪري ويو اٿس."

"ڪهڙن ظالمن ظلم ڪيو؟"

"بابي سائين کي سنڀاليو!" چيم: "بيهوش ٿي ويو آ...!"

امان ماهِ لقا جي لاش کي چنبڙي وئي.

دودي جي چيلهه ۾ سندور ڀڄي ويو.

سڄو ماحول شامِ غريبان ٿي لڳو ۽ منهنجو اندر به جڻ وڍجندو هجي، لڙڪ لاڙيندو اوطاق طرف آيس، جتي سرتاج پين ڳوٺاڻن سان گڏجي، هٿياربندن جي پويان پيرو ڪڻڻ/ وجڻ لاءِ بضد هو. "اهڙي خطرناڪ صورتحال ۾ مون کي به ڪوئي مثبت ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ..."

سوچيندي تعلقي پوليس آفيسر جو نمبر ملايم.

"هيلو...! ڊي ايس پي سان ڳالهائڻو آهي."

"ڪير ٿا ڳالهايو؟"

"انساني حقن جو اڳواڻ وشال...!"

"صاحب ننڊ پيو آهي، توهان پنهنجو ڪم ٻڌايو؟"

"ڳوٺ تي هٿياربندن جديد هٿيارن سان حملو ڪيو آهي..."

"ڪڏهن؟"

"هاڻي!"

"ڪهڙي ڳوٺ تي حملو ٿيو آهي؟"

"جامُ نگر ڳوٺ تي!"

"اسان صبح ٿيندي ئي صاحب کي اطلاع ڏئي ڇڏينداسين.."

"صبح سان اطلاع جو ڇا مطلب؟" چيم "اوهان کي هاڻي جو هاڻي تحرڪ ۾ اچڻو پوندو.... هيلو.... هيلو...!!

ڪال جي ڪٽجي وڃڻ تي پيون نمبر ملايم:

"هيلو.. ايس ايس پي صاحب سان، ڪنهن ايمرجنسي بابت ڳالهائڻ ٿو چاهيان...!"

"سوري رانگ نمبر..."

عجيب ڪيفيت جو شڪار ٿي ويس، پر ٻين لمحي ذهن ۾ هڪ نئون خيال اچي ويو ۽ منهنجا هٿ ڪلپنا جي نمبر ملائڻ ۾ مصروف ٿي ويا.

"ڪلپنا...!" منهنجي من جو درد اٿلڻ لڳو، چيم: "مون کي ڊي آءِ جي ـ آءِ جي ۽ هوم منسٽر جا نمبر گهرجن...."

"وشال تون پريشان ڇو آهين....؟ آخر ڇا ماجرا آهي؟"

"ڪلپنا منهنجي جوان ڀيڻ کي هٿياربندن حملو ڪري قتل ڪيو آهي...مون کي تنهنجي مدد کپي...!"

"وشال! تون پاڻ کي سنڀال...! هتراڏو سازشن ذريعي اسان جي ڌرتي کي اهڙين حالتن جي ور چاڙهيو ويو آهي.... مان سيني آفيسرن سان رابطو ڪري ٿي وٺان......!!"

سڄي ڳوٺ ۾ حراس پکڙيل هو. بي رحم هٿياربندن جي هٿان جواني ۾ مارجي ويل ماهه لقا جو درد مون لاءِ تمام گهڻو ڀاري هو. غم جي ان عالم ۾ رهندي تقريبن ڪلاڪ سوا مَس گذريو ته هڪ اڻ ڄاتل نمبر تان ڪال آئي.



"هيلو.."

"وشال صاحب؟"

"جي ڳالهايان پيو."

"ايس ايس پي ماجد حسين پيو ڳالهايان.."

"جي سر!"

"اسان پنهنجي گهڻي نفري موڪلي رستن جي ناڪابندي ڪرائي ڇڏي آهي.... اوهان سان انصاف ٿيندو...."

"سر...! اسان کي هر صورت ۾ قاتل جو انجام گهرجي!" چيم: "هڪ انساني حقن جي اڳواڻ جي ڀيڻ جي گهر ۾ ظالمانه ڪاروائي ٿي آهي، ان ظلم جا پيرا ڪٿي ٿا دنگ ڪن، اهو اوهان جي فرض ۾ شامل آهي...!!"

"وشال صاحب! اسان جي مٿان تمام گهڻو پريشر آهي، اوهان اطمينان رکو، اوهان جي ڀيڻ جي خونَ ۾ ملوث هٿ، ضرور بي نقاب ٿيندا."

"وشال صاحب! مان اوهان جي درد کي سمجهي سگهان ٿو، اوهان ڪنهن به گمان ۾ نه رهو، هي قانون اوهان جو ڀرپور ساٿ ڏيندو...!!"

هڪ ڀيڻ جو قتل هڪ ڀاءُ جي من اندر کي ڪيترو زخمي ڪري ٿو... هڪ ڀاري درد پوڙهي ماءُ ۽ صغير ٻار لاءِ ڇا هوندو آهي....!!"

صبح... منجهند ... شام مون سميت گهر جا سڀ ڀاتي ڳوڙهن جي عالم ۾ پيڙا ڀوڳيندا رهياسين ... تڪليف جي ان سفر ۾ ڀٽڪندي سج لٿي ڌاران ايس ـ ايس پي ماجد جي فون اچي وئي:

"اسان ڪجهه مشڪوڪ ماڻهو گرفتار ڪيا آهن، جن مان دلمراد نالي هڪ همراهه توهان جي ڳوٺ تي حملو ڪري توهان جي ڀيڻ کي قتل ڪرڻ جو اعتراف ڪيو آهي."

"هان...!" مون کان هڪ وڏي دانهن نڪتي. يڪدم ايس ـ ايس پي ماجد جي ڪال ڪٽيندي وڏي آواز ۾ چيم: "اسان جي ڀيڻ جي حياتيءَ کي تنهنجو ظالم ڀاءُ دلمراد کائي ويو دودا...."

"ڇا ...؟؟"

"ها دودا! اسان جي اڪيلي ڀيڻ جو، تنهنجي ئي ڀاءُ خون ڪيو آهي."

منهنجي رڙ تي تڏي تي ويٺل ماڻهن جي چهري تي نوان سوال اڀرڻ لڳا. بابي جو ڳوڙهن سان ڍڪيل چهرو، حقارت جي ريکائن ۾ تبديل ٿيڻ لڳو. سرتاج جي اکين ۾ حيرت لهي آئي ۽ دودي جي اکين ۾ جهڻ خون، چيائين:"مان هڪ صغير ٻار جي ماءُ جي بيگناهه خون ۾ ملوث قاتل پيءُ کي ڦاسي جي ڦندي تائين پهچرائيندس...!!"



## 7

پنجن ڏينهن کان پوءِ:

انساني حقن جي تنظيم پاران مصر جي خاص شهر 'ڪاريو' ۾ رٿيل عالمي سيمينار ۾ شرڪت لاءِ سڄي دنيا جي ڪُنڊ ڪڙڇ کان اسان جي تنظيم جا خاص نمائنده شريڪ ٿيل هئا، "دنيا ۾ امن، استحڪام ۽ آزادي" جي ايجنڊا هيٺ، هن ٽن ڏينهن جي سيمينار ۾ شرڪت ڪندي، سڄي دنيا جي مظلوم ۽ جابر قوتن جي ڏکڻي بحث ۾ فلسطين، چيچنيا، ڪشمير، يوگوسلاويه، افغانستان، ايسٽ تيمور، ڏکڻ سوڊان، عراق، شام ۽ ٻين ملڪن ۾ عوام تي ٿيندڙ پُرتشدد ڪاروائين کان باخبر ٿي ويا هئاسين.... دنيا جي هر خطي ۾ استحصال جو شڪار ٿيندڙ مظلومن تي ٿيندڙ ظلم پويان سرمائيدار طبقي جو ڳجهو هٿ هو..... ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙهجندڙ بي يار و مددگار مزدورن جا اتحادي اڳواڻ، وقت جي آمر قوتن جا ڪهڙي طرح غلام ٿين ٿا، "وڏهو/ ويڙهايو ۽ حڪومت ڪيو" واريون پاليسيون هڪ ملڪ کان ٻي ... ٻي کان ٽين ۽ ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ ڪيئن ٿيون رائج ڪرايون وڃن. هن عالمي سيمينار ۾ ڏکيا ۽ وڏا بحث ڪيا ويا، پر "آخر انهن مسئلن جو حل ڪيئن ڪجي" واري الجهن پوءِ بہ برقرار رهي...!

امن جي فِضا کي نائٽروجن ۽ هائيڊروجن بم جو استعمال ڳهي رهيو آهي..... سڄي دنيا ۾ هٿرادو معدني وسيلن جي ڪوٽ جو ڊرامو رچائي عالمي مهانگائي کي ڪيئن منظرعام تي آندو ويو آهي..... مذهبي انتها پسنديءَ کي اڀاري سڄي دنيا جي انسان کي ڇو جاڙي ڳجهي نفرت جي طرف ڌِڪيو پيو وڃي...؟ مطلب تہ ڌرتي جي گولي تي، انساني حقن جي ٿيندڙ هر پيچڪڙي تي غور ۽ ويچار ڪيو ويو، پر "انهن درپيش حالتن جو ذميوار ڪير آهي ۽ انهن کي ڪهڙي طرح روڪي سگهجي ٿو" وارا انيڪ سوال پوءِ بہ سُلجهڻ طرف وڌي نہ سگهيا... رڳو سگهي لکپڙهہ...! قراردادن جون منظوريون..... ۽ ظلم پکيڙيندڙ باطل قوتن جي لفظي نندا....."

سيمينار جي ٽئين ۽ آخري ڏينهن تي ڪلپنا کي مٿي اسٽيج تي ڳالهائڻ لاءِ گهرايو ويو ۽ هُن اسٽيج تي اچي پنهنجي ڀرپور اعتماد سان تقرير شروع ڪئي:

”پوري دنيا تي حڪمراني ڪرڻ جا خواب ڏسندڙ وقت جي فرعونن جو تعداد روز بروز وڌندي نظر اچي رهيو آهي، اهڙي عالمي صورتحال ۾ اڄ به هزارين ۽ لکين ماڻهو، انساني حقن جي لتاڙ ۽ تذليل جو شڪار آهن...! دنيا وارو! جيڪڏهن اوهين سموري ڌرتيءَ تي، امن جي روشن صبح جي آجيان ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ انهيءَ انقلاب جو آغاز پنهنجي حقيقتن پسند جدوجهد سان ڪيو..... جيڪڏهن اوهين دل و جانِ ۽ انتهائي پرخلوص جذبن سان امن جي ابتدا ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ سڪٽي نعريبازيءَ مان ڪم نه هلندو..... ڪجهه دانشمندي ۽ ڪجهه جرئتمندي ئي منزل جو درست تعين هوندي.....!“

“Wow that is good speech…!”

Good views should be valued……!!”

”واهه ڪلپنا...! تنهنجي تقرير جو انداز...!!“

مون سان گڏ ڪشادي هال ۾ ويٺل سڄي دنيا جي نمائندگي ڪندڙ سوين ماڻهن تاڙيون وڄائڻ شروع ڪيون، مون کي ڪلپنا جي مضبوطي سان انگريزي ڳالهائڻ تي خوشي ٿيڻ لڳي، ڪلپنا جي تقرير جاري هئي:

“دنيا وارو! ظلم جي ڪاري رات جو آخر ڪڏهن ۽ ڪير انت آڻيندو...؟ ڌرتي جي گولي تي موجود جن خِطن ۾ انساني حقن جي سرعام لتاڙ ٿي رهي آهي، تن ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي نازڪ صورتحال به شامل آهي، جيڪي پنهنجي ڌرتي، ٻولي ۽ قومي وجود جي سڃاڻپ جي بحالي لاءِ آواز بلند ڪرڻ ۽ تحريڪ هلائڻ جي ڏوهه ۾ راهه ويندي، بي گناهه ماريا ۽ ساڙيا وڃن ٿا.....

دنيا وارو! اهو ڪٿان جو انصاف آهي، جنهن ۾ ڌرتي ڌڻي جلا وطن ۽ ڌاريا ديس جي حڪمراني ڪندڙ هجن ...! اهي ڪهڙا قومي ۽ بين الاقوامي قانون جا معيار آهن، جن ۾ قاتل حڪمران ۽ شهيدن جا وارث ڏوهي قرار ڏنا ويا هجن...؟ ڇا امن، انصاف ۽ برابريءَ جا حق گُهرڻ ڏوهه آهي...؟ ڇا دنيا



جي گولي تي پنهنجي تاريخ، ثقافت ۽ قومي ٻوليءَ کي منظر عام تي آڻڻ لاءِ لڳاتار جدوجهد ڪرڻ جُرم آهي.....

دنيا وارو! سڄي دنيا جا مظلوم پنهنجي بنيادي حقن جي حاصلات لاءِ اوهان جي انصاف ڏانهن واجهائي رهيا آهن، پر اوهان جي انصاف جي منزل اڃان گهڻي دور آهي.... اڄ، جتي سڄي دنيا ۾ تبديلين ۽ ترقين جي حاصلات لاءِ هڪ وڏي ڊوڙ جاري ٿي چُڪي آهي، اُتي ڌرتي ساري ڌرتتيءَ جو محور به بڻي آهي...!!

“We proud that our organization has such females who can speech on the problems faced by women..”

“Mashallah, this woman is delivering much better speech”

“kalpina you are great”

سڄو هال هڪ ڀيرو ٻيهَرَ آڻ ڪٽ تاڙين جي گونج ۾ گم ٿيڻ لڳو. سامهون اسٽيج تان تقرير ڪندي ڪلپنا ڇا ته سُندر لڳي رهي هئي، منهنجو ڌيان هڪ ڀيرو وري تاڙين جي شور کان آجو ٿي هن ۽ هن جي دلڪش لفظن واري تقرير طرف ٿي ويو:

”دنيا وارو! جيڪڏهن اوهين هن ڌرتي تي دل جي اٿاهه گهراين سان امن جي آجيان ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ اچو ته ظلم ڪندڙن جا پيرا ڪٽي اُنهن جو گهيراءُ ڪيون ... ظلم ڪنهن سان ٿو ٿئي..... ڇو ٿو ٿئي...؟ ڪير ٿو ڪري...؟ اچو ته انهن ساز شي گروهن کي وائکو ڪيون.... اچو ته گڏجي وک وڌائي انقلاب جي روشني تلاش ڪيون،..... مغرب کان مشرق ۽ سڄي دنيا جا ماڻهو امن جي آجيان لاءِ مُنتظر آهن، پر امن تڏهن ئي قائم ٿي سگهي ٿو، جڏهن دنيا جي وستي - وستي ۽ واهڻ، واهڻ عِلم جي روشني عام هوندي ۽ دنيا جي گولي تي جڏهن جهالت جو انڌيرو باقي نه رهندو، تڏهن ئي هر ذهن انتها پسند سوچ کان آجو، امن جي درسگاهه بنجي، امن کي نصب العين سَمجهي وٺندو...!!“

ڪلپنا جڏهن اسٽيج کان هيٺ لَهي آئي، تڏهن سڄي هال ۾ ويٺل ماڻهن سندس گرمجوشي سان استقبال ڪيو ۽ نوجوانن جي هڪ قطار لڳي وئي:

"پليز آٽوگراف ميڊم!"
"انسان ٿيو ۽ انسان جو قدر ڪرڻ سکو..."
"انسان مذهب کان مٿانهون آهي"
"اچو ته انسان جي مهانتا کي سڃاڻي وٺون!"
"احترام، عزت ۽ وفاداري امن جو خوش آئنده سنيهو آهي"
"آزادي جو پيام، غلامي سان جنگ جوتي به، امن جو پرچارڪ رهي ٿو."
ڪلپنا جهڙوڪر آٽوگراف ڏيندي الجهڻ لڳي هئي، پر پوءِ جڏهن هن پنهنجون جُهڪيل اکيون مٿي ڪڍي مون طرف نهاريو ، ته مون کي پنهنجي پرسان ڏسي هن پاڻ سنڀالي ورتو.
"ڪلپنا! پليز هڪ ننڍڙو آٽوگراف.... " هڪ نوجوان هجوم مان قطارون چيريندو اسان تائين پهتو. چيائين: "اوهان جي تقرير ڏاڍي پُر اثر هئي...!!"
"مهرباني!" چوندي ڪلپنا آٽوگراف لکڻ شروع ڪيو، لکيائين: "دنيا ۾ دولت ۽ شهرت جا بکيا ڪڏهن به انقلاب نه آڻي سگهندا آهن."
"ڪلپنا! ڇا اوهان شادي شده آهيو؟"
"سوري!"
"منهنجو نالو موهن ۽ مان انڊيا جي احمدآباد سان تعلق رکان ٿو."
"اوڪي...."
"ڇا اوهان مون کي پنهنجي رابطي لاءِ موبائل نمبر ڏيڻ چاهيندو؟"
"سوري...!!"
ڪلپنا پنهنجي جڳهه تي وڃي ويٺي، پر مان احمدآباد جي ان موهن نالي نوجوان ڏانهن ڏسڻ لڳس. جنهن جي اکين ۾ نه ڄاڻ ته ڪهڙي بي تابي سمايل هئي، جو هن جون نگاهون ڪلپنا کي بار بار ڏسڻ کان نه ٿي مُڙيون.



## 8

مصر کان پاڪستان واپسي تي اسان کي ڪراچي لهڻو هو، پر سموري سنڌ ۾ موسمياتي خرابي سبب اسان کي اسلام آباد ايئرپورٽ تي لاٿو ويو، جتي پهچندي ـ PTA (پاڪ ٽيلي ڪميونيڪشن اٿارٽي) ۾ اهم عهدي تي ڪم ڪندڙ هڪ رتيديري واسي دوست ساگر نواز کي فون ڪري چيم:
"اسان تنهنجا مهمان آهيون...!!"
"آهيو ڪٿي؟" پڇيائين؛ "ڪيتري دير ۾ پهچي ويندؤ؟"
"دير وري ڇا جي؟" چيم: "اسان اسلام آباد ايئرپورٽ کان ٻاهر نڪرڻ وارا آهيون."
"گهڻا ڄڻا آهيو؟"
"فقط ٻه ڄڻا آهيون...!"
ڏهه ـ پندرنهن منٽ مَس گذريا هوندا جو ، هو پاڻ گاڏي ڊرائيونگ ڪندو اسان تائين پهتو. پهچندي ئي دانهن نڪري ويس.
چيائين: "وشال حيفُ هجئي!"
"ڇو؟"
هو وڏي اچي ڀاڪر پائي مليو، چيائين؛ "چوري چوري شادي ڪيئي، اسان کي به نه ٻڌايئي؟"
"شادي..." چيم؛ "وَڏي وڻ جيڏو ٿيو آهين، ڪجهه عقل به ڌار...!!"
مون هڪ نظر ڦيرائي ڪلپنا ڏانهن ڏٺو، هن جو چهرو ڪجهه وساٽل لڳي رهيو هو، جنهن ڪري مون ساگر کي وڌيڪ ڳالهائڻ نه ڏنو، چيم؛ "ساگر! مان مئڊم سان اوهان جو غائبانه تعارف ڪرائي چڪو آهيان، باقي هن مئڊم جو تعارف، سندس نالو ڪلپنا ديوي، پاڻ هندو ڌرم سان تعلق رکندڙ ۽ سنڌ جي نمائندگي طور انساني حقن جي اهم صوبائي عهدي تي فرائض سرانجام ڏئي رهي آهي."
"زبردست...!!" مرڪندي وراڻيائين: "پاڻ کي هاڻي هلڻ گهرجي."

اسلام آباد ڏاڍو خوبصورت شهر آهي، هن شهر جي حسناڪي دلين کي تمام گهڻو موهي ٿي. شڪر پڙيا، پاڪستان مونومينٽ لوڪ ورثا (ميوزم) راول ليڪ (Rawallac) بري امام جي ماحول ڪي ڪلپنا سان گڏجي ڏسندي ڏاڍو خوش ٿيس.

ٽئين ڏينهن صبح سويري مارگلا جي پهاڙين تي وياسين. مارگلا جي وڏين وڏين پهاڙين تي گهمندي ڪلپنا جي سينڊل جي آواز تي بار بار چرڪي هن ڏانهن پئي ڏٺم، هوءَ موبائل ۾ آيل مئسيجز کي پڙهڻ ۾ مصروف ٿي لڳي، جڻ ڪجهه خاص مواد وارا پيغام هجن، جنهن کي پڙهندي هوءَ انتهائي محتياط ٿيڻ لڳي هئي.

”ڪلپنا! ڇا ڳالهه آهي؟“

”هان!“ سوچن ۾ گم ٿيل ڪلپنا ڇرڪ پريو هو. ”ڪجهه به نه...! ڪجهه به نه...!!“

”پوءِ به؟“

”موهن جا مئسيج اچڻ لڳا آهن، سوچيان ٿي هُن نمبر ڪٿان هٿ ڪيو؟“

”تہ مُڙيو...!!“ دل ئي دل ۾ وهم وڌڻ لڳو، چيم ”ڇا ٿو لکي؟“

”لکي ٿو!“ ڪلپنا موبائيل ۾ آيل مئسيج پڙهڻ لڳي ”تون تمام گهڻي خوبصورت ۽ قابل تعريف ڇوڪري آهين، مون کي تنهنجي تقرير ڏاڍو موهيو آهي...! مان توهان سان فئملي تعلقات رکڻ چاهيان ٿو، اگر توکي ڪوئي اعتراض نه هجي تہ...! مان ڪوشش ڪندس تہ توسان ڪجهه ملاقاتون روبرو ڪيان، پوءِ تنهنجو انڊيا اچڻ ٿئي يا ڪٽي مون کي ئي پاڪستان ڇو نہ اچڻو پوي...! (تنهنجو موهن)

”تنهنجو موهن....!“ مون کي جڻ چڙ اچڻ لڳي. ”ڪو ڇاٽي نه سڃاڻي ادو ان جو مهمان.“

مون سان گڏ ڪلپنا ڪان بہ ٺهڪ نڪري ويو.

کلندي کلندي چيائين: ”باقي هڪ ڳالهه ضرور آهي!“

”ڪهڙي؟“

”موهن آهي سنو ڇوڪرو..“

”تو ڪيئن سمجهيو...؟“



”هن جي لفظن مان ...“

”ڇا رکيو آهي، هن جي لفظن ۾...؟“ مان جڻ پڇرڻ لڳس.

”هن جي لفظن ۾ پنهنجائپ آهي...!“

”۽ منهنجي لفظن ۾ ڌاريائپ آهي!؟“

منهنجي اکين ۾ پاڻي تري آيو، لڙڪ هاڻين اکين سان هن ڏي ڏٺم، هوءَ منهنجي ادائيگي تي حيران هئي.

چيائين: ”وشال مون توکي ڌاريو تہ ڪونہ ڪوٺيو...!!؟“

”ڪلپنا تون نہ ٿي چاهين؟“

”ڇا“

”جيڪو ماڻهو دلين جي ڌڙڪن ۾ نہ رهي سگهندو آهي، سو ڌاريو نہ هوندو آهي تہ پيو ڇا هوندو آهي؟“

هوءَ ڪجهه نہ ڪُڇي!

منهنجو مَنُ ريزا ريزا ٿيڻ لڳو، ائين پانيم، جڻ مارگلا جي پهاڙين تي زلزلو آيو هجي...! هونئن بہ دلين جي دنيا ۾ آيل زلزلو، پهاڙين جي زلزلي کان وڌيڪ ڀاري هوندو آهي...!

مان خاموش ٿي ويس. ڪپلنا منهنجي خاموشي کي نہ سمجهي سگهي!

مارگلا کان واپسيءَ تي منهنجي من ۾ مايوسين جي گهري خاموشي حاوي ٿي وئي هئي. ساگر گاڏي ڊرائيونگ ڪندي، ڪڏهن مون طرف تہ ڪڏهن ڪلپنا کي پئي ڏٺو. شايد هن منهنجي بدليل چهري جي ريڪائن کي پرکڻ ٿي گهريو. گاڏي ۾ سفر ڪندي، الائي ڇو مون کي ائين لڳي رهيو هو، جڻ اسلام آباد جا سمورا رستا خزان جو شڪار ٿي ويا هجن. پنهنجي ڪيفيت، پنهنجي سمجهه کان ٻاهر هئي... اندر ۾ وڍ هئا... جسم ۾ بيچيني... ۽ سوچن جو سفر تيز:

”منهنجي قسمت ۾ شايد هن جي حاصلات لکيل ناهي.... هن جي حاصلات تہ پري جي ڳالهه ٿي .... هن جي پيار کي بہ نہ ڪٿي سگهيس...؟ هوءَ پٿر دل آهي...؟ .... ناهي ... !؟ آهي...!؟“

ڪيترين ئي هاڪاري ۽ ناڪاري سوچيون گردش ڪنديون رهيون.

اوچتو گاڏي بريڪ لڳائي، تہ سوچن جي ڊوڙ کان واپس مڙيس. ساگر جو گهر سامهون هو. ڪلپنا پنهنجي پرس کي سنڀالي هڪ نگاهه مون تي وڌي ۽

منهنجي چهري جي بدليل رنگن کي ڏسي هن هڪ لفظ به ڳالهائڻ سواءِ چپ چاپ گاڏي مان هيٺ لهي، ساگر جي گهر ۾ داخل ٿي وئي.

"ڇا مسئلو آهي؟" ساگر مون کي غور سان ڏسندي پڇيو: "تنهنجو چهرو ڪجهه لٿل ٿو لڳي...!!"

"خير آ...! بس...!!"

"مون تنهنجي چهري جون ڪجهه اڌوريون ڪهاڻيون پڙهي ورتيون آهن!"

"هن مون کان ڏڪار ڇو ڪئي آهي ...؟ ڇا مان هُن جي لائق نه آهيان؟"

منهنجي دل جو درد وڌڻ لڳو، چيم: "مان هن جي جيت جا خواب ڪٽي هڪ هڪ پل انتظار ۾ گذاري جيئندو ۽ مرندو رهيو آهيان...!!"

"واهه ديوانا ... واهه!" ساگر جو طنزيه لهجو مون کي ڏکيو لڳو، چيائين: "توکي "هُن" کي چاهڻ کان اڳ ۾ ڪجهه سوچڻ گهرجي ها، تنهنجي ۽ هُن جي وچ ۾ مذهب جي ديوار آهي، پر تون....!"

"محبتون ڪڏهن به مذهبن جون محتاج نه هونديون آهن..." چيم: "ساگر جيڪڏهن سوچي ۽ فيصلو ڪري محبتون ڪيون وڃن ها ته پوءِ ڪير به محبتن ۾ دوکو نه کائي ها.... ڪوبه دلين جي ڌڙڪنن کي نه سمجهي ها.... ڪوبه بادشاهه گداگر سان محبت جي هام نه ڀري ها..... ڪوبه ماڻهو مسافر ۽ راهگير سان دل جا ڀيچ نه پائي ويهي ها...!!"

منهنجي اکين مان لڙڪ قطارون ٺاهي دامن کي پيجائي رهيا هئا، دل جو درد اکين ۾ لٿل هو...!

"وشال صاحب ...." ساگر پنهنجي گاڏي کي سڄي پاسي موڙي ڳالهايو: "مون اڳ پڌو هو، پر اڄ اکين سان ڏٺو اٿم، محبت ماڻهوءَ کي ڏاهي به ٿي ته ٺاهي به...!"

"ٺاهي ته ٿَـرُ به باغ بهار لڳي ۽ جي ڏاهي ته هر منظر خزان...!"

"ها بلڪل ٺيڪ ٿا چئو!" ساگر جي هڪ گهري نهار مون تائين ڪچي وئي، چيائين "سرد موسم ۾ اوهان جي چهري تي پگهر اچي رهيو آهي..."

"من اندر جي گرم موسم کي ٻاهر جي سرد موسم پنهنجي اثر ۾ نه رکي سگهندي آهي." ڪيس سمجهائيندي چيم: "تو ڪڏهن "ساگر" لفظ جي مفهوم کي گهرائي سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي...؟"



"نه!"

"تون ڪڏهن سمنڊ تي ويو آهين؟"

"ها"

"سمنڊ ڪيترو گهرو هوندو آهي؟"

"تمام گهڻو!"

"منهنجو مَنُ به هڪ ساگر جهڙو گهرو آهي.... هزارين غم ساگر جي لهرن جيان، منهنجي من کي گهيري ۾ آڻي رهيا آهن.... هر ڏک اڻ ڪٿ ....! اڻ مَيو...!!"

"اُن ساگر جي ٻوڙ کان محفوظ رهڻ لاءِ مَن جي ساگر کي مضبوط به رکي سگهجي ٿو..."

"سو وري ڪيئن؟"

"هڪ ٿڌي بوتل...! گرمي جي شدت ۽ پريشاني جا پگهر ختم...!!"

ساگر هڪ ٿڌي بوتل مون طرف وڌائي.

منهنجي من اندر ۾ آنڌ مانڌ مچي، ساهه کي سوڙهو ڪري رهي هئي ۽ چپ پياس جي شدت ۾ ڪنبي رهيا هئا، مُني بوتل يَڪ ساهي ڏوکي ٿڌو ساهه کنيم، چيم: "ساگر! بوتل ڪڙي ڇو آهي؟"

"زهر کي زهر پچي!"

"ڇا مطلب؟"

"درد جي ابتدا درد ۽ بوتل جي ابتدا رليڪس.... سڀ ٽينشن ختم...!!"

چيائين: "اڳ ۾ ڪڏهن نه پيتي اٿئي ڇا؟"

"ڇا؟"

"ووڊڪا!"

"هان...!" مون کان دانهن نڪري وئي، چيم "تون مون کي شراب پياريو آهي...!؟"

"نه ...! بوتل پيئاري آهي...!!"

"منهنجو مٿو ٿو ڦري ... تون ڪا حرڪت ضرور ڪئي آهي."

"تنهنجو مٿو ٿو ڦري هاڻي ئي.... اجا انتظار ڪر."

"انتظار؟"

”ها!“

”ڪنهن جو؟“

”ان وقت جو جڏهن تنهنجو مٺو وڏيڪ ڦِري ۽ پوري اسلام آباد توکي گول ڦرندي نظر اچي.“

مان حيران هئس، مُنهنجو اداس مَنُ اداس نہ رهيو هو... درد ڇا ٿيندو آهي...؟ ڇو ٿيندو آهي...؟ نہ ڄاڻ تہ اندر ۾ ڪوبہ غم نہ رهيو هو ..... اسلام آباد هڪ پيرو پيهر ڏاڍي وڻندڙ ۽ من موهيندڙ ٿي پئي هئي... هر منظر جُهڙالو...! ۽ هر پل راحت بخشيندڙ...!! منهنجون اکيون خمار جي اڻ ڏٺي سڪون ۾ بار بار ڪوئجي ٿي ويون.... مون کي سمجهہ ۾ ئي نہ ٿي آيو تہ مان ڪير آهيان ...؟ ڪاڏي وڃي رهيو آهيان؟

”وشال! هي ٽَڪري دامن ڪوهِ جي نالي سان مشهور آهي...“

”دامن ڪوهہ ڇا آهي؟“

”هڪ خوبصورت ٽڪري!“ ساگر جو پيهر آواز آيو، چيائين:” هتي ڀن ڏينهن کان وڏو ميلو لڳل آهي !“

”هن ميلي ۾ ڪير ايندو؟“

”سڄي ملڪ جون سونهن راڻيون!“

”هتي ڇا ٿيندو_ ؟“

”ناچ ...! حسن جي نمائش...!! ۽ .....“

”۽ ..... ۽ ڇا؟“ منهنجو آواز ڀاري ٿيڻ لڳو ”ها..ها..ها.. هي پيارو پاڪستان آهي، هتي سڀ ڪجهہ جائز آهي.... سڀ ڪجهہ...! ڪلما پڙهڻ.... جسمن جي نمائش ڪرڻ...!!“

”چُپ ڪر...! بڪواس نہ ڪَر...... نہ غم ٿو برداشت ڪري سگهين ۽ نہ غم ڀلائڻ جو دارون...!!“

”دارون هڪ ديواني جو!“

(مون کان هڪ ٽهڪ نڪري ويو.)

منهنجي ٽهڪ پويان ساگر جي چپن تي مرڪ تري آئي، چيائين: ”جهڙالي مَن کي جوش ونراءِ ... دل کولي ٽهڪ ڏي.... ۽ خوشين جا لمحا اکين ۾ قيد ڪر...!!!“



دامن ڪوهہ ۾ داخل ٿيندي ساگر اڳ ۾ ۽ مان اُن جي پويان لَڙِڪڙائيندي هلندو ماڻهن جي هڪ هجوم طرف هليو آيس. جتي جوان ۽ حسين عورتون مردن جي موهہ اڳيان پنجابي گاني جي ڌن تي ڊانس ڪري رهيون هيون... اڌ اگهاڙين ۽ اڌ ڍڪيل جوان جسمن وارين عورتن کي هرٽين وارا چال پائيندي ڏسي تڪيندو رهجي ويس. دامن ڪوهہ جي هر ڏسا ميلي ۽ جوانڙين جي حُسن ۾ ٻهڪي اُٿي هئي.

”هي نوجوان حسين ڇوڪرين جو ناچ ڪهڙي خوشي ۾ ٿي رهيو آهي؟“

ساگر کان پڇڻ وارو ئي هوس جو منهنجي نظر اسٽيج تي سيني نر تڪين کان منفرد ناچ ڪندڙ ڇوڪري تي پئي.

”هيءَ ڇوڪري تہ ڏاڍو وڻندڙ ناچ ڪري رهي آهي.... وار ڇيلهہ تي...! سنهڙو سيپڪڙو جسم.... اکين ۾ شرارت.... اپريل ڇاتي جو اڌ اُڀار نموندار...! پوري ٻگڙ، ڇڻ سندس جسم ٻاهہ مان ٺهيل هجي...! چنڊ جي چانڊوڪي کي لڄي ڪندڙ جواني....!!

”پر هي نچن ڇو ٿيون...؟ هي ڪهڙو ميلو آهي، جتي وڏا وڏا امير ماڻهو نچندڙن نارين کي خريدڻ جي ڪوشش ڪندي ساوا، ڳاڙها نوٽ نِڇاور ڪري رهيا آهن؟!“

مسلسل منهنجون نظرون اسٽيج تي ٿيندڙ ناچ ۾ کُتل آهن...! ٿورو ذهن تي زور ٿو ڏيان.... اها عورت تہ ڪٿي ڏٺل ٿي لڳي...! پر ڏٺي ڪٿي آهي...؟ ڪٿي؟ منهنجون خماريل اکيون هن جي سڃاڻپ ڳولهيندڙيون رهيون. غور سان ڏسڻ ڪري منهنجون ۽ هن جون اکيون اچانڪ اڙجي ويون. هن کان ڇڻ سڀ ڪجهہ وسري ويو. نچندي هن جي نخرن ۾ سُستِي اچي وئي. ائين گهوري ڏسڻ لڳي ڇڻ سڃاڻي وئي هجي ۽ پوءِ هوءَ لوهہ پائي مون طرف وڌي آهي:

”ڪيئن آهين.... ؟“ ويجهو اچي پڇيائين.

مان حيران ٿي هن کي اوپرن وانگي تڪيندو رهيس، ”تون آهين ڪير؟“

”تو.... مون کي نہ سڃاتو؟“

”نہ!“

”وشال! مان آرزو آهيان!“

”ڪهڙي آرزو؟ ڪنهن جي آرزو؟“

"تنهنجي ننڍپڻ جي آرزو ...."

"منهنجي ننڍپڻ جي؟"

"ها"

"مان ڪير آهيان؟"

"تون وشال...! مان آرزو...!!"

"مان ڪنهن کي نہ ٿو سڃاڻان؟ نہ توکي، نہ پاڻ کي...!!

"وشال تون مون کي نہ ٿو سڃاڻين...؟ مون تنهنجي پيار جي حاصلات جي آس ۾ پنهنجو سڀ ڪجهہ وڃايو آهي.... سڀ ڪجهہ...! ڳوٺ.... رشتا.... محبت ـ سڀ اميدون...!

"محبت ؟"

"ها!"

"محبت آهي ڇا؟"

"محبت بيوفا يادن جو حصو آهي.... محبت آرزو جي اڌوري ڪهاڻي آهي"

"تون آهين ڪير؟"

"سنڌ جي ڇيڪي مٽي آهيان مان، پر وقت دامن ڪوهہ جي راڻي بڻائي ڇڏيو آهي."

"۽ مان سنڌ جي مٽيءَ جو هڳاءُ آهيان.."

ڪجهہ ڏنل ـ ڪجهہ اوپري لڳندڙ عورت، مون کي پنهنجي ٻانهن ۾ پڪڙي اچي گاڏي ۾ ويهاريو.

گاڏي جبل جي وَر وَڪڙ رستن تي ائين هلڻ لڳي، جيئن سمنڊ جي تيز لهرن ۾ تيز لانچ ...!!

"هاڻي ڏي خبر؟" هوءَ سهارو ڏيندي بند ڪمري ۾ وٺي وئي، چيائين: "تنهنجي هن بگڙيل حالت ۾ ڪنهن جو ڪروڌ آهي...؟ جيئن آسمان جون بلنديون ڌرتي نہ ٿيون ڇهي سگهن، تيئن تنهنجي اڏولتا کي بہ ڪوئي نٿو جهڪائي سگهي...؟ پوءِ توکي ڇا ٿيو آهي..؟ ڳالهائين ڇو نہ ٿو؟"

"منهنجا لفظ صديون اڳ مري ويا آهن، مان ڇا ڳالهايان...؟ هي منهنجو پيو جنم آهي، پين جنم وارا ماڻهو نہ ڳالهائي سگهندا آهن...!!"



"پيون جنم؟"

"ها"

"پهرين جنم ۾ ڇا ڪندو هئين؟"

"وقت جو شهزادو هيس..... مون وٽ ٽي پريون هيون.... ٻہ حڪم جي تابع ٻريون ۽ هڪ نافرمان پري!"

"انهن ٻرين جا نالا ڇا هئا؟"

"ٻريون فقط پريون هونديون آهن، انهن جو ڪوبہ نالو نہ هوندو آهي!"

"تون پاڻ کي ڪنهن جي خاطر وڃائي ڇڏيو آهي؟"

منهنجون اکيون پوٽجڻ لڳيون.

پوءِ بہ اهو محسوس ضرور ڪيم، تہ هوءَ منهنجي هٿن کي چمڻ لڳي هئي، چيائين: "تو مون کي ٺڪرائي ڇڏيو تہ مان دربدر ٿي ويس، پر وقت اڄ توکي بہ راهہ ۾ رولي ڇڏيو آهي....!!"

"........"

مون ڪان آواز نہ ٿي نڪتو.

"وشال! ڪجهہ ڳالهاءِ...! منهنجو ساهہ ٿو گُهٽجي .... مان توکي ان حال ۾ نٿي ڏسي سگهان .... منهنجي زندگي...! مان تنهنجي هر ساهہ تان قربان وڃان......! تون مون وٽ نہ هوندي بہ منهنجو آهين.... تون ئي مون گنهگار جو يوسف آهين ۽ مان تنهنجي فراق ۾ پڄرندڙ زليخان....! هاڻي تہ اُٿ نہ منهنجا... ش .... هہ .... ز .... ا.... د .... ا ....".

مان پيو ڪجهہ ٻڌي نہ سگهيو هوس.

صبح جو دير سان اک کُلي تہ هوءَ نہ هئي!

بند ڪمري ۾ ڏيمي اوندهہ پکڙيل هئي.

"مان ڪٿي آهيان؟.... مون کي ڇا ٿيو آ ...."

مان پاڻ سنڀالڻ ۾ لڳي ويس.

سوچن جي رفتار تيز ٿيندي وئي، الائي ڪيترا منظر اکين اڳيان گردش ڪرڻ لڳا:

بند ڪمري ۾ هوءَ منهنجي مٿان بيٺل هئي شايد!

مان ساڪت بڻيل...! ڪجهہ بہ نہ ڪجي سگهڻ جهڙو...!!

"وشال! تون نہ ملين، تنھنجي نہ ملڻ جي ڏک ۾ مان ڪميني مرشد جي ڪيڍ لڳس، جيڪو لالچ ۾ اچي مون کي هتي چنڊ ٽڪن ۾ وڪڻي گم ٿي ويو... پر هاڻي توکي نہ وڃائيندس... تون اُٿ تہ سهي، فون تي ڊاڪٽر کي اچڻ جو چيو اٿم، اجھو ڪِي آيو ... توکي ڪجھہ نَہ ٿيندو...."

پوءِ.... پَڪ سان ڪو ڊاڪٽر ئي آيو هوندو... هڪ انجيڪشن لڳي هئي ۽ ڪجھہ پاڻي جا ڇنڊا....!!

"مريض صبح تائين هوش ۾ اچي ويندو، گھڻي شراب پيئڻ سبب هي گھري خمار ۾ آهي، باقي خطري جي ڪا بہ ڳالھہ نہ آهي...!"

جڏهن ڊاڪٽر هليو ويو هو تہ هڪ وجود جا قدم پاڻ ڏانهن ڪچندي محسوس ڪيا هئم. پرسان پھچندي هن جي ڀاري وجود جو ڇهاءُ پنھنجي وجود جي مٿان حاوي ٿيندي محسوس ڪيو هئم.... هن جا چَپ، منھنجي گرم چپن تائين ايندي رُڪجي ويا هئا، پر..... پر هن جا وار منھنجي ڀانهن مٿان مڪمل قابض هئا ۽ مان هن جي قبضي هيٺ...!! منھنجا ڏگھا ساهہ، هُن جي جوڀن سان ۽ هن جو جوڀن منھنجي سيني سان ٽڪرائڻ ٿي لڳا، مگر مان تہ ڪڇڻ جھڙو ۽ نہ مزاحمت ڪرڻ جھڙو هوس.... ٻڌم تہ سڀ ڪجھہ پئي، پر آواز صفا نہ پئي نڪتو، ڄڻ زبان ڪٽيل هجي.....

"وشال !جڏهن مان عام ڇوڪري هئس، تڏهن تنھنجي انگ انگ تي چمين جا نشان ڏئي، توکان پيار جون نشانيون ۽ اڌورين آشائن جون ساڀيائون پئي گھريم.... منھنجي منٿن کي تو نہ ڏٺو هو.... اڄ جڏهن مان ڪال گرل بڻجي وئي آهيان تہ، اسلام آباد جا سڀ سفيد پوش منھنجي حُسن جا پوڄاري ٿي پيا آهن، مان چاهيان تہ تنھنجي جواني مان بنا ڪنهن انتظار جي سڀ ڪجھہ پائي سگھان ٿي، پر اڄ منھنجي دل، تنھنجي جسم ۽ تنھنجي جواني جي تحفظ لاءِ هام هڻي ٿي.... تون ڪٿي بہ هُج، خوش هُج.... ڪنهن جو بہ هُج، پر مان توکي مُرڪندي ڏسڻ چاهيان ٿي...!"

اوچتو ڪمري جي دروازي جو ڇيڪاٽ ٿيو... اکين اڳيان رات وارا منظر وڃائجي، گم ٿي ويا.... اونداهين ڪمري ۾ روشن سج جا اولڙا پکڙجڻ لڳا تہ هُن ڏانهن ڏٺم:



"آرزو ...." مونکان ڏانهن نڪري وئي، ڇيم: "تون ڪٿي هُئينءَ...؟ سڄو ڳوٺ تنھنجي ڳولا ۾ آهي...!!"

آرزو مون طرف وڌي آئي، هُن جي اکين ۾ ڳوڙها هئا.

"مون کي تنھنجو فڪر هو...." چيائين: "وقت جي ڪھڙي طوفان، تنھنجي جوانيءَ ۾ مٽي جا ٿَهہ ڄمائي ڇڏيا آهن؟"

"آرزو! جنهن پيار جي حاصلات، توکي برباد ڪيو، تنهن محبت جي پويان ڀٽڪندي مون بہ پنھنجو سڀ ڪجھہ وڃايو آهي."

آرزو جي ڳوڙهن سان ڀنل نيڻن ۾ نهاري نہ سگھيس.

هوءَ جينز پھريل جسم ۾ ڏاڍي پُرڪشش لڳي رهي هئي.

"مان ويندس... " ڇيم: "تون بہ مون سان گڏجي ڳوٺ هَلُ.... تنھنجو وار بہ وِنگو نہ ٿيندو.... انسان غلطين جو گھر آهي..."

"وشال! منھنجي سڃاڻپ بدلجي وئي آهي.... مان اُها نہ رهي آهيان.... وقت جي طوفانن مون کي "وئشيا" جي سڃاڻپ ڏني آهي... مان "مان" نہ رهي آهيان.... "مان" واپسي جا رستا پڪڙي ڳوٺ وارن جي ڇهرن تي بدنامي نہ ٿي ڏسڻ چاهيان..."

"توکي واپس هلڻو پوندو!"

"ڪڏهن بہ نہ !"

"ڇو؟"

"منھنجا هٿ پير ٻڌل آهن.." آرزو جو آواز جيهڻو ٿيڻ لڳو، رازداري واري انداز ۾ چيائين: "مان بظاهر تہ آزاد آهيان، پر منھنجي پويان وحشي ڪُتن جون قطارون ڇڏيل آهن.... منھنجي ڪمرن ۽ منھنجي محفلن ۾ ماڻهو اچي وڃي تہ سگھن ٿا، پر مان ڪڏهن بہ اسلام آباد کان ٻاهر نہ ٿي نڪري سگھان...!"

"تون هل، توکي ڪجھہ بہ نہ ٿيندو، مان توسان، توکي هن جنهم، مان ٻاهر ڪيڍڻ تائين ساٿ ڏيندس.... تون مون تي نہ سهي، هڪ انساني حقن جي اڳواڻ تي اعتبار رک!"

"اعتبار...؟"

"ها!"

"انساني حقن جون سڀ تنظيمون، انهن جون ذيلي تنظيمون آهن...!"
آرزو جو آواز جيھڙو ئي رهيو، چيائين: "هو ملڪ جا ڪرتا ڌرتا آهن، چاهن تہ جمهوريت هجي ۽ چاهين تہ آمريتي راڄُ...!! هنن جون سنگينون ڪير ٿو روڪي سگهي.... تون ڳوٺ وڃي، ڪنهن سان بہ آرزو جو ذڪر نہ ڪجان.... آرزو جو انت ٿي ويو آ.... مري وئي آ هوءَ...!! "مان" جيڪا تنهنجي، سامهون آهيان، تنهن جو نالو راڻي آهي ، اسلام آباد جي راڻي..... سنڌ جي حُسن کي اسلام آباد جا وڏا وڏا سفيد پوش سجدو ڪندڙ آهن.... مون کي آرزو جي سچاٽپ ڪير بہ واپس نٿو ڏئي سگهي! ڪير بہ نہ...!!؟"

"مان هلان ٿو هاڻي- راڻي"

"جهٽ ويهہ وشال!"

"ڇو؟"

"اڄ دل کولي ڏسڻ چاهيان ٿي توکي...!!"

"ڇا رکيو آهي مون ۾؟"

"تون منهنجي ننڍپڻ جي محبت آهين، اڪهوٽ کان گُڏين جي راند تائين جون يادون وابستہ آهن توسان.... توکي اهو زمانو ياد هوندو، جڏهن اڪهوٽ راند کيڏندي تون ڳوٺ جي ڳلين ۾ لڪي ويندو هئين تہ مان توکي نہ ڳولي سگهندي هيس، پر تون ڳولي لهڻ ۾ دير نہ ڪندو هئين.... چوندو هئين: "آرزو تون ڪٿي آهين...؟ جاڻ لَپينءَ...؟ اجهو تو وٽ پهچڻ وارو آهيان...! پوءِ پيون چوڪريون شور ڪنديون ڊوڙي ويندون هيون ۽ مان پڪڙجي پوندي هيس.... اڄ بہ گمناميءَ جي لِڪ لِڪوٽيءَ ۾ مون کي تو ئي ڳولي لڌو آهي- مان نہ...!!"

مون غور ڪري آرزو ڏي نهاريو. هن جي اکين ۾ ساگر جهڙي ٻوڏ هئي!

هن کان موڪلائي ٻاهر آيس.

ٻاهر ايندي ساگر جي ڪئي دفعا ڪال اچڻ لڳي، پر مان هن سان ناراض هجڻ سبب سندس هر ايندڙ ڪال کي ڪٽيندو رهيس.گهڻي دير کان پوءِ هن چالاڪيءَ کان ڪم وٺندي هڪ نئين نمبر تان ڪال ڪري فون کڻڻ تي مجبور ڪيو:

"ناراض آهين؟"

"ها"



"مذاق ۾ ايڏو سيريس؟"

"توکي منهنجي حساسيت جي خبر هوندي اهڙي ڪريل مذاق نہ ڪرڻ کپندي هئي"

"تو واقعي ڪڏهن بہ شراب نہ پيتو آهي؟"

"نہ"

"پوءِ تون اڄ جي هن نئين نسل جو بزرگ چئبين!" ساگر جي آواز ۾ حيرانگي ڊوڙي آئي، چيائين: "هتي اسلام اباد جا اڪثر ماڻهو شراب نہ پيئن تہ زندهہ ئي نہ رهي سگهن."

"ماڻهو کي هڪ زندگي ٿي ملي، پوءِ بہ هو اها مختصر زندگي مري ـمري ڇو ٿا گذارين؟"

"هو ان کي انجواءِ ٿا سمجهن."

"وشال...!سوري يار...!!"

"مان توکي ڇا ڪري سگهندس...؟ معافي وٺين يا نہ...!مون سان جيڪو وهيو واپريو، اها مونکي خبر...!!"

"هڪ ڳالهہ تہ ٻڌ؟"

"ها پُڇ!"

"سرڪاري نوڪري ڪندين...؟ ڇڏ اجايو رلڻ ....ڪجهہ پنهنجي فيوچر جو بہ سوچ...!!"

"سوچيان ٿو پنهنجي والدين ۽ ٻين ويجهن رشتيدارن کي ڳوٺ کان ڪنهن سٺي شهر شفٽ ڪرائي ڇڏيان."

"اسلام آباد هليو اچ....هڪ وفاقي منسٽر سان گهرا واسطا آهن، تون چوين تہ تنهنجي لاءِ هڪ سٺيي ڪرسي واري نوڪري جو بندوبست ڪجي ..... تنهنجو ڇا خيال آهي؟"

"مان سرڪاري نوڪري نہ ڪري سگهندس..."

"ڇو؟"

"منهنجو هر عمل انهن جي نافرماني ۾ شمار ٿيندو..."

"ڇا مطلب؟"

"مان نہ شراب پيئڻ جو عادي آهيان ....۽ نہ ئي اسلام آباد ۾ ٿيندڙ انوکين محفلن ۾ شريڪ ٿي سگهندس..."

"باقي ڇا ڪندين؟"

"ڌرتيءَ جي حفاظت!"

"اسين بہ سڀ ڌرتيءَ جي حفاظت ڪيون ٿا..."

"توهان ڪهڙي حفاظت ٿا ڪيو؟"

"ڏينهن رات پاڪ وطن جي خدمت ۾ مصروف آهيون، ڪنهن ڏاڙئي جي مجال جو ميري اک ڪٽي نهاري..."

"پيو ڪو ڇو نهاريندو؟ رڳو اوهان خير ڪري ڪائو!"

"نہ سمجهيم؟"

"پنهنجي ئي ملڪ جي ننڍين قومن جا حق غضب نہ ڪيو...!"

"اڃان بہ نہ سمجهيم؟"

"بلوچن ۽ سنڌين کي ديوار سان نہ لڳايو...! ايئن نہ ٿئي جو آزاد بلوچستان ۽ سنڌو ديش وجود ۾ اچي وڃي...!"

"اهي ماءُ جا لال اڃان نہ ڄاوا آهن، جيڪي پاڪ وطن کي ٽڪرا ڪري سگهن."

"ڄاوا ڇا وڏا بہ ٿيا آهن.....توهان کي نظر نہ ايندا تہ ڪو بہ فرق نہ پوندو..."

"ڇميا آهن تہ باقي بہ نہ رهندا!"

"اهو سلسلو شروع ٿي چڪو آهي، جنهن ظلم جي خلاف اسان انساني حقن جي پليٽ فارم تان سڄي دنيا آڏو آواز اٿاريندا رهنداسين."

"تون اهڙيون ڳالهيون نہ ڪر.... تمام جلد باغي سمجهي ماريو ويندين!"

"مان باغي .... تون غدار...!" چيم: "تو سنڌ جي مٽيءَ کي لڄايو آهي...! تاريخ توکي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندي...!"



## 9

اسلام آباد کان پنڊي ڪوچ تي لاڙڪاڻي ايندي ڪلپنا تمام گهڻو نروس هئي، هڪ ئي سيٽ تي سفر ڪندي هن جي ڪڇندڙ ساهن جي رفتار جو آواز بہ چٽو پئي ٻڌم، پر هوءَ صفا چپ هئي.

"ڪلپنا ..."

منهنجي آواز تي هن ڇرڪ ڀري مون ڏي تڪيو .

"ڇو پريشان آهين؟"

"نہ!"

"تنهنجون اکيون ڳالهائن ٿيون."

ڪجهہ گهڙيون وري خاموشي جي حوالي ٿي ويون.

"تون سمجهين ڇو نہ ٿو؟"

"ڇا؟"

"جيتوڻيڪ پيار هڪ فطري جذبو آهي، ان جي 'ٿيڻ ۽ نہ ٿي وڃڻ' تي ڪنهن جو بہ وَسُ نہ هلندو آهي." هن جي آواز ۾ التجا سمايل هئي. چيائين: "پر پوءِ بہ حالتن سان سمجهوتو ڪري اهڙي هنڌ دِل هرگز نہ اٽڪائجي، جتي درد ساٿي بنجي ۽ پيڙائون جيون جو حصو!"

"ڇا مقصد آهي، تنهنجو...؟ آخر تون چوڻ ڇا ٿي چاهين؟"

"وشال! مون گهڻي وقت کان محسوس ڪيو آهي....!" هوءَ ايترو چوندي رُڪجي وئي.

"ڇا محسوس ڪيو اٿئي؟" چيم: "مان تنهنجي بند چپن مان هي لفظ پڙهڻ گهران ٿو، جن لفظن جي انتظار ۾ حياتي جا اڻ ڳڻيا پَلَ گذاريا آهن!"

"تون ..... تون ....." چوندي وري چُپ ٿي وئي. جهٽ بعد هن پنهنجي خاموشيءَ تي قابو پائيندي ڳالهائڻ جي شروعات ڪئي.

"تو ڪڏهن پرديسي پکي ڏٺا آهن؟"

"ڪهڙا پکي؟"

"اهي پکي جيڪي سال جي هڪ موسم سنڌوءَ جي ڍنڍين ۾ گذاريندا آهن، تہ وري سال جي ٻي موسم گنگا جمنا جي ندين ۾ رهندي گذاريندا آهن'

انهن پکين جي خوبصورتي پري کان ڏسڻ گهرجي، نہ کي انهن جا پَرَ پٽجن...! چو تہ پَرَ پٽيل پکي نہ سنڌ جي ڍنڍين جا مهمان ٿي سگهندا آهن ۽ نہ ئي گنگا جمنا جا...!!"

"ڪلپنا! مان تنهنجي لفظن جي رمز کي نہ ٿو سمجهان؟"

"انهن پرديسي پکين سان ڪڏهن بہ دل نہ اڙائجي...!!"

"ڪلپنا!" چيم، "دلين جي ڌڙڪنن ۾ فاصلا ڪابہ اهميت نہ رکندا آهن....!!"

"مذهبن جي ڏاريائي ڌڙڪندڙ دلين ۾ بہ وڇوٽيون آڻي سگهي ٿي." چيائين: "هڪ هندو ڇوڪريءَ ۽ مسلمان نوجوان جي پريم کي ڇا انتها پسند قوتون برداشت ڪري سگهنديون....!؟"

اوچتو موبائيل جي رنگ اچڻ سان ڪلپنا ۽ منهنجي وچ ۾ ڇڙي ويل بحث اڌورو رهجي ويو هو. هوءَ فون تي ڳالهائيندي اچانڪ گهبرائجي وئي ۽ هن جي چهري جا رنگ اڏامي ويا.

"لاڙڪاڻي ۾ تمام وڏو سانحو ٿيو آهي؟!"

"وري ڇا ٿيو آهي؟"

"شرپسندن ڌرمشالا کي باهِہ ڏئي، سڄي شهر ۾ حراس پکيڙي ڇڏيو آهي..."

"ڇا؟" مون کان ذري گهٽ رڙ نڪري وئي، چيم: "ان عمل ۾ ضرور ڪا گهري سازش ٿي هوندي، اهي سازشي نہ ٿا چاهين تہ سنڌ جا سنڌي هندو ۽ سنڌي مسلمان پاڻ ۾ پيار ۽ رواداري سان رهن...."

مون کان وڌيڪ رهيو نہ ٿيو. يڪدم لاڙڪاڻي جي هڪ قومي سجاڳ رکندڙ دوست شاهزيب کان ڪال ڪري پڇيم: "لاڙڪاڻي جي تازي صورتحال ڇا آهي؟"

"هٿياربندن جا ٽولا هجومن جي صورت ۾ رت جا پياسا بنجي لاڙڪاڻي جي روڊن تي آزادي سان گهمي رهيا آهن."

"پوءِ ڇا ٿيندو؟"

"مان بہ اُن ئي سوچ ۾ گم آهيان، تہ آخر ڇا ڪرڻ گهرجي؟"

"جيڪڏهن رڳو سوچڻ ۾ هونداسين تہ پوءِ وقت اسان جي هٿن مان هليو ويندو." چيم: "ان کان اڳ، جو اهي جنوني ڪو وڌيڪ نقصان ڪري وجهن، توکي پنهنجي شهر جي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن سان هنگامي بُنيادن تي رابطي ۾ اچي شهر جي سيني مندرن ۽ هندوڌرم سان تعلق رکندڙ اقليتي برادري جي جانين ۽ ملڪيتن جي تحفظ ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.... اهي مذهبي ٺيڪيدار پاڻ کي الائي ڇا ٿا سمجهن؟"

"اوڪي... تون اطمينان رک!"

جهٽ رکي جڏهن ڪلپنا پنهنجي هِندو ڪميونٽي جي وزيرن ۽ مشيرن سان رابطي مان فارغ ٿي، تہ مون ڊي، آءِ جي ۽ ڊي. سي او لاڙڪاڻي سان رابطو ڪري کين فوري طور شهر جي بگڙيل صورتحال کي ڪنٽرول ۾ رکڻ جو زور رکيو.

ڪجهہ گهڙيون گذريون تہ شاهزيب جي وري فون آئي، چيائين: "صورتحال ڏاڍي گنڀير آهي، پر پوءِ بہ اسان جي ساٿين جا حوصلا مضبوط آهن....."

شاهزيب ايترو ڳالهائي چپ ٿي ويو، پر هن جي ڪال هلندي ئي رهي، شايد هن سڄي صورتحال کان مون کي باخبر رکڻ ٿي چاهيو:

"اسان هِندن کي هرگز جيئرو نہ ڇڏينداسين؟"

"پر ڇو...؟ هنن جو ڏوهہ ڪهڙو آهي؟"

"هنن جي هڪ ماڻهوءَ اسان جي پاڪ ڪتاب جي بيحرمتي ڪئي آهي.."

"اهي سڀ افواهہ آهن!" شاهزيب جو آواز چٽو ٿي ٻڌڻ ۾ آيو، "اوهان پاڻ ۽ پنهنجي ماڻهن کي سمجهايو، اگر اهڙي ڳالهہ هوندي تہ ان بيحرمتي ڪندڙ کي ضرور قانون جي حوالي ڪيو ويندو...!!"

"اسان پنهنجي مجرم کي پاڻ سزا ڏينداسين!"

"اسان جا مسلمان ڪشمير ۾ بہ ظلم جو شڪار آهن تہ هِتي بہ، اسان ائين هرگز ٿيڻ نہ ڏينداسين."

"خدا کان ڊڄو...! اهي هندو، جيڪي پنهنجا ساهہَ بہ مسلمانن جي خوف ۾ ٿا کڻن، سي اوهان جي مذهب سان هٿ چراند ڪيئن ڪندا؟"

”اسان هڪ بہ مندر سلامت نہ ڇڏينداسين .... اسان جا پاڪ ڪتاب شهيد ڪيا ويا آهن، انهن جا مندر مٿانهان آهن ڇا؟“

”هاڻي هڪ هندو هن پاڪ سرزمين تي رهڻ نہ ڏينداسين.“

”ڇو...؟ ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آ هندن...؟ اگر توهان جي هڪ بہ ماڻهوءَ لاڙڪاڻي يا سنڌ جي ڪنهن بہ هندوءَ کي ڪو نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پوءِ اسان بہ هندن جو طرف هونداسين.“

”پوءِ رت جو درياهہ وهندو....!“

”درياهہ وهي يا سمنڊ؟“ شاهزيب هَٺ تي بيٺل هو. ”توهان پاڻ کي مسلمان سڏرائيندي، ڪائي لڄ بہ محسوس نہ ٿا ڪيو..... اسلام تہ سلامتيءَ جو دين آهي.... اوهان خدا جي ڌرتيءَ تي، اسلام خلاف خود سازش جو شڪار آهيو...... اوهان کي استعمال ڪندڙ اڄان ڪي پيا آهن...!“

”توهان پري ٿي وڃو...! اسان نہ ٿا چاهيون تہ ”بہ مسلم“ ڌريون پاڻ ۾ وڙهن...!“

”توهان ڪهڙا مسلمان آهيو...؟ توهان جي ان عمل سان انسانيت جو تماشو ٿي رهيو آهي...! توهان نہ انسان آهيو ۽ نہ مسلمان؟“

منهنجي دل زور سان ڌڙڪڻ شروع ڪيو هو، اندر ۾ بيچيني وئي ٿي وڌندي: ”هيلو...! هيلو شاهزيب...! انهن انتها پسند مُلن جي اڳواٽي ڪير ٿو ڪري، مونکي ان سان ڳالهراءِ ... هيلو.... مان توسان ٿو ڳالهايان شاهزيب...!

منهنجو آواز شاهزيب تائين شايد نہ ٿي پهتو، يا هو ڪشيدگي واري ماحول ۾ بيٺل هو.

”توهان ڪاٻہ اهڙي تڪڙ ڪري، قانون کي هٿ ۾ نہ کڻون، جنهن سان سنڌ جو امن تباهي جو شڪار ٿئي!“

”اسان جي نقصان ٿيڻ کان پوءِ، توهان کي سنڌ جي امن جي ڳڻتي ٿي رهي آهي.“

”هاڻي ڇا بہ ٿئي، ڪٺي قيامت اچي، اسان پنهنجي دين کي جهادَ سان ضرور سُرخرو ڪنداسين.“

”جهاد ڇا آهي...؟ اوهان جهاد جي اصل معنيٰ کان بي خبر آهيو...؟ جهاد ظالم قوتن خلاف ٿيندو آهي، نہ ڪي، مظلومن خلاف...!!“ شاهزيب جو



آواز جذبات ۾ وڌندي محسوس ڪيو هئم: ”اسان اوهان کي هاڻي ڪنهن جي بہ جانِ، مال ۽ وڏيڪ عبادت گاهن تي حملو ڪرڻ نہ ڏينداسين، چاهي نتيجو ڪهڙو بہ نِڪري ....!“

”نعره تڪبير....“

”الله اڪبر.....!!“

”اسلام جا دشمن ...“

”ڪافر ـ ڪافر...!!

شور تمام تيز ٿيڻ لڳو، جنهن کي محسوس ڪندي پانيم، ڄڻ ساهہ ويو ٿي سوڙهو ٿيندو ۽ نہ ڄاڻ تَہ ڇو پاڪستان ۽ هندستان جي ورهاڱي وارا وڍ سامهون اچڻ لڳا.... هزارين۔ لکين دربدر ٿيندڙ دليون اڄ تائين نَہ جُڙي سگهيو آهن...! مسلمانن هِندن جي نسل ڪُشي جي ڪوشش ڪئي ۽ هندن مسلمانن جي...! ڪنهن جي معصوم ٻچن کي ”جو بولي سو نهال“ چئي ڇُرين سان ڪُٺو ويو تہ ڪنهن ”اسان جو جهاد رب خاطر“ چئي راهگيرن جي عزتن سان اجتماعي لڄالٽ ڪري هٿ ٺوڪي مذهب جا ڊراما رچايا...! تڏهن بہ وحشين جا ٽولا عام هئا ۽ انسانيت جو نانءُ نشانَ بہ نہ هو...!

”شاهزيب...! ٿورو مون سان ڳالهاءِ...!!“ مان پنهنجي آواز کي پيهر بلندڪيو: ”شاهزيب! تون ٿورو بُردبارُ ٿي، باقي انهن وَڻ وَڻ جي ڪاٺين کي سِڌو ڪرڻ آسان آهي، اهي مذهب جي آڙ ۾ دراصل سنڌ جي سنڌي هندن کي لڏائڻ چاهن ٿا..... تون پنهنجي ڪارڪن ساٿين کي هدايت ڪري ڇڏ تہ هو ڪنهن بہ صورت ۾ پوئتي نہ هٽن، باقي انهن شرپسندن کي ايتري طاقت ڪٿي آهي، جو هڪ ئي وقت قانون، هندو ڪميونٽي ۽ سنڌ جي قومي ڌارائن سان سلهاڙيل تحريڪ جي دوستن سان ٽڪراءُ ڪائي سگهن؟؟“

پوءِ اوچتو ڪجهہ گاڏين جي سائرن جو آواز ٻڌندي ڄڻ سڪون جو ساهہ ڪنيم .

”هاڻي صورتحال ڪجهہ ٺيڪ آهي.“ شاهزيب جو آواز ٻڌم،

هاڻي خطري جي ڪاٻہ ڳالهہ نہ آهي پوليس ڪجهہ ماڻهو گرفتار ڪيا آهن ۽ ڪجهہ منتشر ...!!

”زبردست شاهزيب!“ چيم ”مون کي تومان اهائي اميد هئي.“

شاهزيب سان رابطو ڪٽيندي مون يڪدم ڪلپنا ڏانهن گھوري ڏٺو، هن جو جسم خوف جي ڀاري احساس ۾ پگھرجي ويو هو.

”ڪلپنا...؟“

هن منهنجي آواز تي پاڻ سنڀالي مون ڏي ڏٺو، ڄڻ چوڻ واري هجي:

”وشال! هڪ ڏينهن اسان کي هيءَ ڌرتي ضرور ڇڏرائي ويندي.... ڪي سازشي ذهن چاهن ٿا تہ هن سيڪولر ۽ صوفي ازم جي سڃاڻپ رکندڙ سنڌ متجي وڃي...!“

”ڪلپنا! اسان جي قوم اڳ ۾ ئي علامہ اقبال جي ٻہ قومي نظريي جي دوکي ۾، پنهنجي قومي سڃاڻپ وڃائي ويٺي آهي.... هاڻي اسان هن ڌرتيءَ تي پيو ورهاڱو ٿيڻ نہ ڏينداسين.... سنڌ ڪي هاڻي ڪوبہ پناهگير نہ کپي.... هن سنڌ تمام گھڻو ڀوڳيو آهي.... مهمان نواز ٿيندي اسان پنهنجي نياڻين جي ڇاتين تي ڊرل مشينن جا سوراخ سَٺا آهن.... ڪير ڌرتيءَ جو وارث آهي ۽ ڪير ڌرتيءَ جو قابض ...؟ اسان جي ايندڙ نسل لاءِ وڏا چئلينجز آهن...! اسان جا سڀ سڄاڻ دوست اوهان سنڌي هندن جو ڀرپور ساٿ ڏيڻ چاهين ٿا، رڳو اوهان بهادر ٿي، پنهنجي ڌرتي کان ڏور وڃڻ جو نہ سوچيو....!“

ڪلپنا ٻاڙو نہ ٻوليو، مان گھڻو ئي چاهيو تہ هوءَ خاموشيءَ جي ڏٻڻ مان ٻاهر اچي، پر هن شايد خاموشيءَ جي درد ۾ رهندي امن واري وقت جو انتظار ڪرڻ چاهيو هو...!!

اهو سڄو ڏينهن ۽ سڄي رات لاڙڪاڻي جا روڊ هندو برادري جي ماڻهن لاءِ اوپرا ۽ ڀوائتا رهيا، پر ضلعي انتظاميہ ۽ شهر جي باشعور رهواسين جي جدوجهد سان پُرامن ماحول جي بحالي ۾، ٻي ڏينهن جو روشن صبح امن جي لاءِ سازگار ثابت ٿيو.

ٻي ڏينهن مان ڪلپنا سان گڏجي لاڙڪاڻي پهتس تہ، هتي هن جو پوڙهو پيءُ (ڪاڪو) پرڪاش گھر جي ساڄئي ئي ننڍڙي باغيچي ۾ ويٺي، ڪا تحرير لکندي نظر آيو.

”بابا ....“

”منهنجي پياري ڌيءَ ...!“ ڪاڪو پرڪاش ڪلپنا کي ڏسندي ڏاڍو خوش ٿيو، چيائين: ”ڪيئن آهين منهنجي لاڏلي...!!“



”بلڪل ٺيڪ“

”۽ تنهنجو دوست؟“

”بابا....! تنهنجي شاندار تربيت مون کي ايتري شعوري سگھہ ضرور ارپي آهي، جو مان خوش هجان يا نہ، پر پنهنجي دوست کي ڪو ڏک نہ پهچائڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان...!!“

ڪاڪي پرڪاش ۽ ڪلپنا جو اشارو مون طرف هو، سوچيم: ”اسان جي معاشري ۾ ماحول سان تعلق رکندڙ ماڻهو سنڌ جي اقليتي ماڻهن کي ڪيڏا ٽارچر ڏئي رهيا آهن، پر پوءِ بہ هي ڌرتيءَ سان اٿاهہ عشق ڪندڙ ماڻهو، اسان جي لاءِ ڪيترو فڪرمند آهن...!!“

”وشال!“

”جي ڪاڪا....!“

”ٺورو هيڏي سُري اچ! منهنجي ويجهو...!!“

ڪاڪي پرڪاش جي آواز تي، مان وڏي وجي سندس ڀرسان ويٺس

”هاڻي منهنجي عمر لڳ ڀڳ هڪ صديءَ جي قريب پهتي آهي، ننڍپڻ کان حياتيءَ جي هن آخري گھڙين تائين مان ڌرتي جو خدمتگار ٿي گذاريو آهي..... مسلمانن جون عيدون ڀَرادون هجن، يا هندن جا مذهبي تهوار، بغير ڪنهن فرق جي مان هن قوم جي وچ ۾ پيار ڏيندي ۽ پيارُ وٺندي گذاريا آهن .... هڪ ڌرتي.... هڪ قوم.... ۽ هڪ آسمان جي ڇانوَ ۾ گذاريندي سنڌي قوم رواداري جو مظهر رهي آهي، پر.... هينئر سازشن جو ڄار وڇائي، هيءَ ڌرتي اسان لاءِ تنگ ڪئي وئي آهي ۽ اسان اڄ - سڀاڻي جا مهمان آهيون.....“

ڪاڪي پرڪاش جي جهور پوڙهين اکين ۾ لڙڪ جلاوطن درد جو احساس ڏيڻ لڳا تہ مان بہ درد جو مجسمو بڻجي چپ چپ ويٺو رهيس، جهٽ رکي ڪاڪي پرڪاش وري ڳالهايو:

”وشال پُٽ!“

”جي ڪاڪا! آءُ غور سان ڏسان ۽ ٻڌان پيو!“

”هن سنڌ جا ماڻهو ازل کان پيار ڪندڙ ۽ احساس رکندڙ آهن، هنن جي اندر ۾ نفرت ۽ سنگدلي پيدا ڪرڻ ۾ ڪنهن ڌارين مدارين جي سازش آهي!“

ڪاڪي پرڪاش جو مَنُ ڏڪويل هو، چيائين: ”مان جيئرو آهيان تہ بہ سنڌ ۾ ۽

جي مرندس .... تہ بہ سنڌ ۾.... بس ٿورو ڪلپنا کي سمجهاءِ، حياتيءَ جي هِن آخري سفر ۾ منهنجو ساٿ نہ ڇڏي...!!

”بابا! هيءَ سنڌ هاڻي اسان لاءِ اوپري بنائي وئي آ.... هن ديس جا ماڻهو، اسان کي نفرت جي اظهار سان پيش اچي رهيا آهن.... ڪوبہ ڪامورو اسان کي حياتين ۽ عزتن جي ضمانت ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهي...!!“

”تون منهنجي حياتي جا ڏينهن مون سان گڏ گذار، پوءِ تنهنجي مرضي!“

”ها بابا...“ ڪلپنا جو آواز ڏڪارو ٿيڻ لڳو. چيائين: ”ڌرتيءَ جو درد مان چڱي طرح ڄاڻان ٿي.... ۽ اهو بہ ڄاڻان ٿي تہ جلاوطن ٿيڻ کان پوءِ اسان ڪٿان جا بہ نہ رهنداسين.... ڪابہ ڌاري ڌرتي اسان کي آساني سان پناهہ نہ ڏيندي.... پر سنڌ جي موڪلائي ويل ساڃاهہ اسان لاءِ انتهائي خطرناڪ پيغام آڻي رهي آهي.“

ڪلپنا ۽ سندس پِتا ڪجهہ گهڙين لاءِ چپ ٿي ويا، تہ منهجي مَنَ ۾ هوراکورا مچي پيا، جنهن ڪري سندن خاموشيءَ جي وچ ۾ ڳالهائڻ ضروري سمجهيم .

”ڪاڪا! ڪوڙ ڏينهن ٿيا آهن، تنهنجي شاعري نہ پڙهي آهي..!“

”شاعري رڳو درد ۽ درد جو اظهار آهي...“ ڪاڪي پرڪاش جي آواز ۾ درد ليئاڪا ٿي پاتا. چيائين: ”رات سوچيندي ۽ پيڙا ۾ پوڳيندي هڪ نظم لکيو اٿم....“

**دل ورهاڱا!**
**ديسُ سوڙهو،**
**درد پاري ...**
**ڪاش! سپنو ساپيان ٿي...!**
**ديس جا مارو سيئي ...**
**مرڪ پائي،**
**جڳمڳائن!**
**درد، ڌرتي، دوستي جا،**
**گيت ڳائن...!**
**۽ حياتي چار پل،**



**جيڪا گذارن،**
**پيار پائن...!!**
**دل ورهاڱا**
**هاءِ ڌرتي!**
**توکان پنهنجو هٿ ڇڏائي**
**ڪاڏي وڃجي؟**
**درد شامون**
**رات بارش،**
**باک مرڪون!**
**سوچ پاري**
**ڪاش ڌرتي!**
**آجپي جا رنگ ٿاهي...!!“**

”واهہ ڪاڪا واهہ...“ چيم: ”شاعري هجي تہ اهڙي..... ديس ۽ دلين جي ترجماني ڪندڙ....“

مون سان گڏ ڪلپنا جي چهري تي بہ ڦِڪي مرڪ تري آئي.

## 10

جنون جي حد تائين چاهڻ جي موٽ ۾ حاصل ٿيل پيڙا، سوچن جي صليب تي آٽي بيهاريو آهي....! مون کي ڪهڙو فيصلو ڪرڻ گهرجي....؟ مان هُن سواءِ جيون جو هي ڪٺن سفر تنهاين جي تتهڻ اُس ۾ گهاري سگهندس يا نه.... منهنجي خاموشي ئي منهنجي ناڪامين جو سبب آهي..... هر پيري خاموشيءَ جو درد منهنجي وجود کي ڏنگڻ لڳي ٿو...!! مان ايترو ڊنل ڇو آهيان.... مون کي پنهنجي دل جون سموريون ڳالهيون هن سان شيئر ڪرڻ گهرجن..... هوءَ منهنجي پريم ڪهاڻي جي راڻي آهي.... هن کي من جا سڀ راز ٻڌائڻ گهرجن.... هوءَ منهنجي زندگي جي ابتدا به آهي ته انتها به.....!! پر.... مان هاڪاري ۽ ناڪاري سوچ جي سفر ۾ ڇو پيو ڀٽڪان....؟ مان ايترو ڊنل ڇو آهيان....؟ جوانيءَ جو درد حياتيءَ ۾ خوف جو زهر اوتي رهيو آهي ۽ مان هن سان اظهار محبت نه ٿو ڪري سگهان....!؟ هاڻي ڇا به ٿئي، پر هن تائين پنهنجي اندر جو آواز پُڄائڻ گهرجي.... هوءَ منهنجي ٿيندي.... هوءَ مون سان گڏجي جيون گذارڻ ۽ همسفر ٿيڻ جو فيصلو ڪري پنهنجي خاندان، پنهنجي مستقبل ۽ پنهنجي ڌرم جي رسوائي کي چئلينج ڪري سگهندي...!؟

رات جو ڪافي حصو سوچن جي سرحدن تي وهمن جو مرڪز رهيس.

صبح جي سج ڇيهه ڪيو ته ننڊ جي خمارن مان نجات جو موقعو مليو.

ناشتو ڪري فارغ ٿيس ته ڪلپنا جي فون اچي وئي، چيائين ”اڄ بابو توکي ياد ٿو ڪري؟“

”خير ۾؟“

”اڄ موهن جي دڙي هلڻو آهي.“ ڪلپنا ٻڌائڻ لڳي: ”مون پنهنجي پين دوستن کي به ٻڌائي ڇڏيو آهي.“

”مان نه اچان ته؟“

”مان به نه وينديس!“

”سبب؟“

”تنهنجو هلڻ ضروري آهي...!!“



”مان ته توسان هر گهڙي ساٿ ڏنو آهي“ چيم: ”پر تون ڪڏهن منهنجي دوستيءَ جو قدر نه ڪيو آهي!“

”ڇگو تون صرف اهو ٻڌاءِ، ايندين يا نه؟“

”ها ايندس! پر اڄ توسان هڪَ هڪاڻي ضرور ڪندس... تون مون کي ڏاڍا ڏک ڏنا آهن ڪلپنا...!!“

ڪلپنا جي ڪال ڪٽجي وئي.

سوچيم: ”هوءَ پاڻ کي سمجهي ڇا ٿي..... اڻ سڌي طرح پيار ڪري ٿي، پر ان جي پايه تڪميل لاءِ اڳتي نه ٿي اچي.... ڊڄڻي...!“

وقت جو هر هڪ پل مون لاءِ اذيت ناڪ ثابت ٿي رهيو هو ۽ مان انتظار جي ان اذيت کان بچڻ لاءِ گاڏي ڪاهي ڪاڪي پرڪاش جي گهر طرف آيس، جتي ڪلپنا منهنجي انتظار ۾ پچرندي نظر آئي.

ڪچڙي منجهند ڌاران موهن جي دڙي تي پهچندي مان ڪلپنا سان گڏجي تفريح ڪرڻ ضروري سمجهو. ڪلپنا جي دل ۾ اڄاتل درد جي پيڙا ڏٺي هئم، جنهن کي محسوس ڪندي، هن کي استوپا طرف وٺي آيس ۽ چيم: ”ڪلپنا منهنجي مَن کي موهن جو دڙو نه بڻاءِ...! تون پيار جي اظهار ۾ ايڏي خوفزده ڇو آهين..... جڏهن ته تنهنجون اکيون درد جي ساگر ۾ ٻُڏي رهيون آهن...!“

ڪلپنا ڪي ساعتون هڪ ڊگهي نگاهه سان مون طرف ڏسندي رهي ۽ پوءِ ڏڪندڙ لهجي ۾ وراڻيو: ”ڇا ٻڌايان توکي...؟ تون به ته منهنجي حاصلات لاءِ مون کي رسواين جي طرف سڏي رهيو آهين...؟ڪهڙي اميد رکان تو مان...؟“

منهنجو مَن پنهنجي ئي تصور جي پيڙا ۾ گم سم رهيو.

”ڪلپنا“

”........“

”ڪلپنا تنهنجي خاموشي منهنجي اندر ۾ وَڏَ وجهندي آهي.... تون استوپا جيان خاموش نه رهندي ڪر...!!“

”ڇو؟“

”الائي ڇو...؟ خبر پاڻ کي به ناهي!؟“

”اُن جو ڪوئي ته سبب هوندو؟“

"ها ضرور هوندو!"

"پر ڪهڙو؟"

"مان توسان پيار ڪندو آهيان ڪلپنا...! بي انتها پيار؟"

منهنجو سانيتڪو آواز به استوپا جي ڪمزور ديوارن ۾ پرڻ لڳو ۽ مان هن جي جوابي ردعمل جو شدت سان انتظار ڪندو رهيس.

"مون کي خبر آهي، ته تنهنجي دل جي دنيا ۾ ڪير ٿو رهي ۽ تنهنجي ان سان ڪيتري محبت آهي؟" ڪلپنا جي آواز ۾ ڪا به حيرانگي نه هئي.

چيائين:"اهو ضروري ناهي ته ماڻهو جنهن سان پيار ڪري، ان کي حاصلات جو محتاج به بڻائي ...؟؟"

"پوءِ؟"

"ڇا پوءِ؟"

"ڪلپنا! منهنجي روح جي تڪميل صرف تون آهين . منهنجو مَنُ توکي هميشه لاءِ پنهنجو بنائڻ گهري ٿو..... تون آهين ته منهنجو وجود به آهي....."

"جسمن جي حاصلات، پيار جي جيت نه ٿيندي آهي.... جسمن جي حاصلات پيار جي فنا آهي... پيار دلين کي فتح ڪري ٿو... پيار جي پوترتا کي، ميلاپ جي طوفان کان محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪر..."

"ڪلپنا! زندگي جي ڪَٺن سفر ۾ اڪيلايون نِهوڙي ڇڏينديون آهن، مان توکي بنا ڪنهن فرق جي اپنائڻ لاءِ تيار آهيان..... نه تون هندو ۽ نه مان مسلمان...! مون سان ساٿ ڏي...! اڄ قدم وڌاءِ...!!!"

"تنهنجو پيار استوپا جي هن ڪمزور سِرَن جيان آهي، جنهن کي وقت جي پُراڻ ۽ ايندڙ طوفانن کان هميشه خطرو رهي ٿو."

"مان تو بنا وکري ويندس!"

"اسان جي قومي وجود جي تشخص جي ڳالهه آهي." ڪلپنا وڏي اچي پرسان بيٺي، چيائين: "منهنجي اکين ۾ غور سان ڏس...! مان توکان وڌيڪ توسان پيار ڪندي آهيان...! جڏهن محبت جي گهرائي، خوابن ۾ گم ڪري ڇڏيندي آهي، تڏهن تون صرف منهنجو هوندو آهين ۽ مان تنهنجي...! پر خوابن جي ختم ٿيندي ئي مان ٽُڪرن ۾ ورهائجي ويندي آهيان، نه جُڙي سگهڻ جيترن ٽُڪرن ۾...! اهي خواب منهنجو سرمايو آهن، جن ۾ نه تنهنجو وس هلندو آهي ۽ نه منهنجو...!!!"



"مان چاهيان ٿو، تون مون سان "منهنجي" بنجي پيار ڪر.... منهنجا ڳوڙها اُگهه...! منهنجي درد کي سمجهه...!!!"

ڪلپنا جي اکين مان ڳوڙها ظاهر ٿي پيا، چيائين "مان نه ٿي چاهيان ته، تنهنجي ۽ منهنجي هڪ ٿي وڃڻ کان پوءِ ايندڙ طوفان تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ ڪي تلخ تجربا سامهون آڻي، جنهن سان هندو ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ڪي تلخيون جنم وٺن، جنهن سان سنڌ جي قومي تحريڪ نفرتن واري ماحول جو شڪار ٿي وڃي...!!!"

مون کي وقت جي تقاضا مطابق ڪلپنا جي درد کي سمجهي وڃڻ گهربو هو، پر پوءِ به اندر جي اڌمن کي روڪي نه سگهيس، چيم: "جڏهن ڌرتيءَ تي شعور جي روشني عام هوندي آهي، تڏهن ڪنهن به مذهب ۽ ڌرم جي انتها پسندي پيار جي اٽل فيصلن کي ميٽي نه سگهندي آهي.... تون زندگي جي تنهاين ۾ مون کي اڪيلو نه بڻاءِ...!!"

اسان استوپا کان ٿيندي گريٽ باٿِ طرف آياسين، جتي سنڌ جي پراڻي تاريخي آثارن کي غور سان تڪيندا رهيا سين.

"هزارين سال اڳ واري سنڌ، جنهن جون سرحدون ملتان ۽ بمبئي تائين پکڙيل هيون، ڪيڏي نه خوبصورت هوندي!"

"۽ ان قوم جي روشن خيالي وري ڪيترو وسيع هوندي؟" چيم: "جنهن پنج هزار سال اڳ هن موهن جي دڙي کي پنهنجي منفرد سڃاڻپ ڏني هئي."

"تاريخ جي ان اتهاس ۾ سنڌ هڪ الڳ خوشحال ۽ سرسبز وطن جي سڃاڻپ رکندڙ هئي.... ۽ اڄ اها خوبصورت وادي مهراڻ جي ڌرتي غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي...!"

ڪلپنا ۽ مان پين ڪوڙ سارن موضوعن تي بحث ڪندا، گريٽ باٿِ کان اڳتي وڏي ڊي ڪي ايرياز ۽ پوءِ ميوزم طرف موٽياسين. جتي ڪاڪو پرڪاش پنهنجي پين ساٿين سان گڏ، موهن جي دڙي مان دريافت ٿيل خزاني کي غور سان ڏسندو ۽ ڪجهه لِکندي نظر آيو.

"هٿيارن جي نمائش ۽ ڪڪڙن جي ويڙهه کي اسان قوم شناخت بنائي، اڄ جي نوجوان نسل ڪيڏي نه لاپرواهي ڪئي آهي؟"

ڪاڪي پرڪاش جي آواز تي منهنجي نظر ميوزم طرف ڪاهه ڪري ايندڙ ڪجهه نوجوانن ڏانهن ڪجي وئي! سوچيم: "هي نوجوان آخر ڇا پيا ڪرڻ گهرن؟"

"اوهين بيهوده مردن اسان عورتن کي آخر سمجهيو ڇاهي؟"

ميوزم ۾ اچانڪ آواز تي منهجي نظر ڪلپنا ڪان ٿورو اڳتي بيٺل هڪ اجنبي نوجوان عورت ڏانهن کجي وئي، ته مان يڪدم ڪلپنا کي سڏيندو انهن ماڻهن طرف وڌڻ جو ارادو ڪيو.

"ڀيڻ ڇا ڳالهه آهي...؟ اوهان ايترو پريشان ڇو آهيو؟" ڪلپنا ان اجنبي عورت جي پرسان پڇي ڳالهايو؛ "اوهان کي پنهنجون نياڻيون ڪونهن...؟ اگر ڪو ڏاريو اوهان جي ڀيڻ يا اوهان جي ماءُ کي سر عام ڇيڙي ته اوهان برداشت ڪري سگهندؤ؟"

"ادا! هي وات ڳاڙهو ڇورو آهي..." اجنبي عورت مون سان مخاطب ٿي "هن ڪميني انتهائي بيهوده لفظَ ....."

"تون ماٺِ رهه آدي...! مان ٿو ڏسان ان بيحياءَ کي!"

"اسان جو ڪير نانءُ ڪٽي؟" هٿيار ڪٽي قطار ڪري بيٺلن مان ڪنهن هڪ جو رعبدار آواز بلند ٿيو.

"توهان ڪير ٿيندا آهيو؟" منهنجي ڪاوڙ اوج تي اچڻ لڳي.

"اسان علائقي جا خانداني وڏيرا آهيون، پاڻ ڏانهن ڪجندڙ هر هٿ وڍي ۾ ڪتي جاڻون."

"وڏيرا آهيو، يا وڏا پڙوا؟" منهنجا هٿ هڪ هٿياربند جي گريبان تائين پهتا، چيم: "هاڻي ڏي خبر، توکي ڪير ڇڏائيندو؟"

"ڇڏ مون کي؟"

"ڇو ڇڏيانءِ، بدمعاش؟"

"منهنجي بيعزتي ٿي رهي آهي ۽ توهان تماشو ٿا ڏسو!؟"

"بيعزتن جي به ڪا بيعزتي ٿيندي آهي ڇا؟" منهنجي ڪاوڙ وڌيل هئي، چيم "سماج دشمن عناصر، تون پاڻ کي سمجهين ڇا ٿو؟"

سڄو ميوزم تماشي جو مرڪز بنجي ويو.



"ڇڏ اسان جي ساٿي کي..." منهنجي گرفت ۾ آيل نوجوان جا ساٿي مون طرف هٿيار سڌا ڪري وڌي آيا، چيائون: "اسان وڏيرن جي سر عام تذليل ٿئي ۽ اسين خاموش رهون...!!"

"نه ٿو ڇڏين ڇا...؟ ڇڏ اسان جي ساٿي کي؟!"

"نه ڇڏيندس!"

"وشال! ڇَڏ هَٽَ انهن مان، ڪو نقصان نه ٿي پوي." ڪلپنا جي دانهن گونجي.

"هرگز نه...! هنن بدمعاشن کي قانون جي حوالي ڪبو...!!" منهنجا ارادا اٽل هئا.

"حياتي گهرجئي يا موت؟"

مون ڏٺو، منهنجي چؤطرف هٿيار سڌا ٿي ويا.

۽ پوءِ

سڄو ميوزم گولين سان گونجي اٿيو!

ماڻهن ۾ ڀاڄ پئجي وئي.

هڪ گولي مون کي کُلهي ۾ اچي لڳي.

ڪي لمحا اکين اڳيان انڌيرو ڇانيل رهيو!

لڳاتار فائرنگ جا آواز اڃان به جاري هئا.

ماحول سراپا خوفزده ٿي ويو.

پوءِ هڪ ٻي رڙ جو اضافو ٿيو ته ڇرڪ نڪري ويو.

سامهون ڏٺم، ته ڪلپنا به رتورت هئي...!!

منهنجو دماغ سُن ٿيڻ لڳو ۽ اکين جي روشني غائب...!!

مان پاڻ سنڀاليندي، لڙڪڙائيندڙ قدمن سان ڪلپنا ڏانهن وڌي ويس، گولي هن جي ٻانهن ۾ لڳل هئي!

"وشال ....!" ڪلپنا مونکي چنبڙي پئي. چيائين؛ "اسان ماڻهپي جي مورچي تي بيٺل اُن جانباز گهراڻي جا فرد آهيون، جنهن کي وڏيرن ۾ لُٽيرن جي ظلم، ڏاڍ ۾ استحصالين به نه جُهڪايو آهي..... اسين موت قبوليون ٿا، پر ظلم جي بربريت آڏو آڻ نه ٿا ميجون..... اسان هن سماج کي ڇا ٿي ڏيڻ چاهيو ۽ هنن ڇا ڏنو؟" چوندي بيهوش ٿي وئي.

## 11

انساني حقن جي ڀن اڳواڻن جي مٿان، موهن جي دڙي تي، هڪ ئي وقت ٿيل حملي جي ردعمل ۾ اسان جي، علائقائي توڙي بين الاقوامي ميڊيا جي سرخين ۾ اچڻ ڪري، اسان تي حملو ڪندڙ پوليس جي تحويل ۾ اچي ويا.

واقعي کان هڪ هفتي بعد، جڏهن ملي ڀڳت سان اسان کي معمولي زخمي قرار ڏيئي، اسپتال مان فارغ ڪيو ويو تہ ڪلپنا سنڌ ڇڏي وڃڻ جو پڪو پهہُ ڪري ڇڏيو.

چيائين: "هاڻي منهنجو ساهہُ ٿو گهٽجي...! مان ان سنڌ ۾ هرگز نہ رهنديس، جنهن جي ماڻهن جي روشن خياليءَ جو انت اچي ويو آهي."

"ڪلپنا تون هڪ ڀيرو ضرور سوچ ...."

"ڇا سوچيان؟"

"مون کان پري نہ وڃ!" چيم "تنهنجي دوري دل جي ننڍڙي گلشن کي اجاڙي ڇڏيندي ...مان دربدر حيات جو محور ٿي ويندس....منهنجا احساس گهايل بڻجي ويندا .....۽ احساسن جو آسمان ڇانورا ڇڏي ويندو...ڌرتي هر گهڙي خزان جي رُت ڀاسندي.....تون آهين تہ مان زنده آهيان...!!"

"سچي سنڌ جا هندو جنهن خوف ۾ هيءَ سنڌ ڇڏڻ لڳا آهن، اهڙو ئي هڪ خوف منهنجي وجود تي طاري ٿي ويو آهي....مان مجبور آهيان."

هوءَ نہ مڙي_

ڪلپنا جي فيصلي تي مون وڌيڪ ڪو بہ ردعمل نہ ڏيکاريو، نہ هن کي روڪي سگهيس ۽ نہ ئي ڪيس اجازت ڏني. سوچيم: "ڪلپنا جي ذهن ۾ خوف حاوي ٿي ويو آهي ۽ هوءَ بي يقيني جي عالم ۾ پنهنجي جنم ڀومي کان جلاوطن ٿيڻ لاءِ مجبور ٿي هوندي، جنهن کي روڪڻ، هن جي نفاست تي تشدد برابر هوندو...!!"

اربع جي هڪ اداس شام جو، ڪلپنا جي ڪال آئي، چيائين: "وشال سڀاڻي مان واڳها بارڊر ذريعي بمبئي وڃڻ جو فيصلو ڪيو آهي، مان چاهيان ٿي تہ تون مون کي الوداع ڪر...!"



ڪجھ لڙڪ اکين مان ڪرندا، ڇهري جي دامن کي پسائڻ لڳا ... پر مان ڪجھ نہ ڪڇيس.

"وشال! تنهنجي ناراضگي پنهنجي جڳهہ تي درست آهي، پر مجبور آهيان، پنهنجي اندر ۾ حاوي ٿي ويل خوف جي اڳيان، جيڪو سڪون سان سمهڻ نہ ٿو ڏي..... مان حالتن سان گهڻو ئي سمجهوتو ڪيو، پر هر ڀيري جي شڪست، مون کي جلاوطن ٿيڻ تي مجبور ڪيو...."

".........."

"تون ايترو خاموش ڇو آهين؟"

خاموشي منهنجي وجود تي ڇانيل رهي ۽ ڪجھ گونگا سڏڪا منهنجي اندر کي ڇيري ٻاهر اڀري آيا.

"تنهنجي گهٽيل سڏڪن کي مون کان وڌيڪ ٻيو ڪير سمجهندو..... تون هڪ دفعو اچي منهنجي حالت ڏس...! ڇا مان توسان محبت نہ ڪندي آهيان..... ڇا مون توکي دل جي گهرائين سان نہ چاهيو هو..... هان! مون کي تنهنجو جواب کپي، خاموشي نہ...!!؟"

منهنجي جواب نہ ملڻ تي هن ڪال ڪٽي ڇڏي ۽ جهٽ بعد هن جو هڪڙو مئسيج پهتو. لکيائين: "سنڌ جي مِٽي سان عشق ڪندڙ هڪ جهور پوڙهي شخص جي توکي پارت هجي...!!"

منهنجي اکين مان ڳوڙها وهي نڪتا.

منهنجي ۽ هن جي بيوسي ۾ ڪو فرق نہ هو.

اُن کان پوءِ مون پنهنجي گهر ۾ ڪيترين ئي تنها راتيون گذاريون...!

تنهائي ڇا ٿيندي آهي... يادون ڀيڙائن جي پاتال ۾ ڪيئن ٿيون پهچائين... پيار ۾ ٿيندڙ وڇوڙا، چپن جي مرڪن کي ميساري، اکين جي بيوسي جو سبب ڪيئن ٿا بڻجن...؟ حياتي دار جي ڇانوَ جو ڏيک ڏيندي، جيون کي ٿياس جو حصو ڇو بنائيندي آهي...!؟ انهن سڀني حالتن مان گذرندي، مان زندگي جي تلخ تجربن مان گذريو هوس.... سوچيم: "محبتون فقط نانءَ جون آهن...! هتي ڪير بہ ڪنهن جو ناهي.... سڀ رشتا ڪجھ وقت جو ساٿ ڏين ٿا، باقي سڄي حياتي تنهائي جو رڻ جهاڳڻو پوي ٿو...!!"

تنهاين جي انڌيري جو مسافر ٿيندي ڪلپنا جي رابطي جو اڪثر شدت سان انتظار رهندو هو.... مان سمجهي نه سگهيو هوس، هوءَ مون سان رابطي ڪرڻ ۾ ايتري سُست ڇو ٿي وئي...؟ هن ڪي منهنجي محبت جو ڪوبه فڪر نه هو، يا منهنجي ياد هن جي زندگي ۾ ڪابه اهميت رکندڙ نه هئي... وسوسن جيئڻ زهر بنائي ڇڏيو هو...!

ان رات به هن جي يادن ۾ گم هوس، ننڍ ڦتل ۾ اڪيون آسمان تي جرڪندڙ روشن چنڊ جي محور ۾ قيد هيون...! چنڊ. آڪاش ۾ ڌرتي.... حُسن جو سپنڌ... پر منهنجي من ۾ پوءِ به بيقراري هئي.... اڻ کٽندڙ بيقراري...!

هڪ ڏينهن ڪلپنا جي فون آئي.

”ڪيئن آهين؟“

”اداس...! ويڳاڻو...!!“

”تون پنهنجي صحت جو خيال نه ٿو رکين؟“

”رڳو صحت!“ چيم: ”پاڻ ڪي ته اها به خبر ناهي ته جيئرو به آهيان يا زنده لاش...!!“

”اداسي جي ايتري پيڙا، پنهنجي نفيس وجود جي مٿان ڇو حاوي ڪري ڇڏي اٿئي...؟ پيار ته سڀ ڪجهه نه هوندو آهي.... پيار کان اڳتي به هڪ دنيا آهي، جتي مرڪون به آهن ته ٽهڪ به...!!“

”پيار کان پوئتي سڀ ڪجهه فنا آهي ۽ فنا ٿي ويل زندگي کان اڳتي رُڃ ئي رُڃ...!!“

”وشال! اڌ رات جي هِن سمي فون ڪرڻ جو مقصد نه پڇندين ڇا؟“

”نه!“

”ڇو؟“

”وڇوڙن جي پويان رڳو درد جا طوفان هوندا آهن، مقصد جا ڇانورا نه...!!؟“

”ٿورو بهادر ٿي وشال ...!“

”ان کان وڏيڪ ٻي بهادري ڪهڙي هوندي!“ چيم، ”تون وڇڙي وئينءَ، منهنجي اکين مان ڳوڙها نه ڪريا...! اندر مان دانهن نه گونجي...! توکي الوداع ڪرڻ نه آيس...!!“



”ماضي منهنجي جيون جي سڃاڻپ آهي.“

”۽ حال؟“

”حال کان بي خبر آهيان!“

”پر مان توکي پنهنجي حال جي فيصلي بابت ٻڌائڻ گُهران ٿي!“

”ٻڌاءِ؟“

”منهنجو موهن سان مڱڻو ٿي رهيو آهي.“ چيائين: ”هاڻي تون ٻڌاءِ منهنجو فيصلو غلط آهي يا درست!؟“

مان خاموشيءَ جي رڻ ۾ ڀٽڪي ويس. مٿو چڪرائجڻ لڳو ۽ هيٺ ڌرتي تي ويهي رهيس. لفظ ساٿ ڇڏائي ويا. ڄڻ زبان وڍجي وئي هجي!

اُن رات، هڪ پل به اک نه ٻوٽي... نه ڄاڻ ڪٿان کان ڪٿي پُهچي، ماهين جي يادگيرين ۾ گم ٿي ويس، سوچيم: ”مان پنهنجي محبت جي لاحاصلات واري غم ۾ جڏهن پاڻ نه سنڀالي سگهيو آهيان ته ماهين سان ڪهڙو حشر هوندو! مان جيون جي ڪارج کان ڪيترو پري بيٺو آهيان...؟ هوءَ ته سڏڪا سڏڪا زندگي جو محور هوندي...!!“

صبح ٿيندي اوجاڳيل اکين جو درد کڻي لاڙڪاڻي کان ماهين جي ڳوٺ آيس. جيڪو اسان جي ڳوٺ کان ڏيڍ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي واقع آهي، پُڦي سلميٰ، پُڦڙ مشتاق ۽ ماهين سميت گهر جا ڀاتي ڏاڍو سرها ٿيا.

”وشال..! هڪ بيوفا جي درد ۾ پاڻ کي ايڏو وڃائي ڇڏيو اٿئي!“

”ماهي...!“ چيم، ”هوءَ بيوفا نه هئي، مجبور هئي...!!“

”هاڻي پاڻ کي سنڀال ...“

”ڪيئن سنڀاليان؟“

”حالتن سان سمجهوتو ڪري!“

”سمجهوتو ڏوکو آهي!“ چيم: ”پر اُن جي باوجود اڄ پاڻ کي ڏوکو ڏيڻ آيو آهيان.“

”مون نه سمجهيو.“

"مان ان خيال جو حامي آهيان." چيم: "مون کي محبت نہ ملي سگهي، توکي ضرور ملڻ گهرجي !"

"سچي!" چوندي هوءَ ٻهڪي پئي.

"ها! مان تنهنجو ٿيڻ آيو آهيان...!!"

ماهين جي چهري تي مسڪراهٽون تري آيون.

هوءَ مرڪي پئي...! مرڪندي چيائين: "اڄ منهنجي اڱڻ تي عيد کان اڳ عيد جو چنڊ اڀريو آهي."

ڦُڦي سلميٰ چانهہ ٺاهي کڻي آئي تہ ماهين مون کان ٻہ قدم پري ڇڄي ڌار ٿي ويهي رهي.

"امان ...!" ماهين پنهنجي ماءُ جي پرسان اچي ويٺي، چيائين: "منهنجي تهجد جي عبادت قبول پئي آهي."

"ڇا ٿي چوڻ چاهين؟"

"وشال منهنجي هٿن تي مينديءَ جا رنگ سجائڻ آيو آهي."

"واقعي؟"

"ها ڦُڦي!" چيم، "ماهين جون محبتون، ماهين کي مبارڪ...!!"

ماهين مرجهايل مُکڙي مان گل بڻجي پئي.

ڦُڦي سلميٰ ڪمري کان ٻاهر نِڪري وئي ـ موٽي تہ هن جي هٿ ۾ ڳاڙهو ڳانو هو!

"هاڻي نہ ڦُڦي!" چيم، "خوشين جي ان گهڙين ۾ مان گهر جي سڀني ڀاتين کي شريڪ ڪرڻ چاهيان ٿو."

"پاڳل!" ڦُڦي سلميٰ مون طرف وڌي آئي، چيائين "خوشين جي شروعات ڪرڻ ڏي...! اڃان پوئتي گهڻيون خوشيون رهيل آهن."

منهنجون نظرون ماهين ڏي کڄي ويون.

هن جي ڳلن تي مرڪن جي مالها هئي.

"ماهين....!" مون کان بي ساختہ آواز نڪتو: "منهنجو هڪ شرط آهي؟"

"ڪهڙو؟"

"تون پيهر مون سان وڏي آواز ۾ نہ ڳالهائيندينءَ؟"

"نہ!"



"ٻيو بہ شرط آهي."

"تون حڪم ڪر!"

"تنهنجو هڪ ٽهڪ ٻڌڻ گهران ٿو."

"ڊِرامي باز!" ماهين کان ڊگهو ٽهڪ نڪري ويو.

چيائين، "پاڻ کي سمجهين ڇا پيو.... وقت اچڻ ڏي... توکي ضرور ڏسنديس..."

"رڳو ڏسجانءِ، هٿ نہ لائجان...!!"

ماهين شرمائجي اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون.

شام جو جڏهن پنهنجي ڳوٺ پهتس، تہ امان کي ڏسندي دانهن نڪري وئي، هوءَ ماهِ لقا جي جُدائي ۾ صفا هڏن جي مُٺِ ٿي وئي هئي. اهڙي حالت بابا جي بہ هُئي، هن جي ڪمزوريءَ جي ڪري ادا سرتاج زمين جي سنڀال شروع ڪئي هئي. سڄو گهر خاموش ڏک جي حوالي ٿيل هو. انهيءَ غمزده ماحول ۾، خوشين جي کوٽ کي شدت سان محسوس ڪندي وڃي جيجيءَ جا پير پڪڙيم:

"وِشا! ڇا ٿو ڪرين...؟ مون کي گنهگار نہ بڻاءِ!؟"

"جيجي توکان معافي جو طلبگار آهيان." چيم: "سڄي گهر ۾ غمن جي لهر زور وٺي وئي آهي، مان چاهيان ٿو، هن گهر ۾ پيهر رونقون اچن."

"مون کي کولي سمجهاءِ؟!"

"ماهين ۽ منهنجي "هِڪ" ٿيڻ ۾ تنهنجي خوشي آهي نہ جيجي؟" چيم: "تنهن ڪري مان چاهيان ٿو، هِن غمن ۾ مرجهايل گهرَ ۾ خوشين جو ماحول جُڙي...! مرڪون پکڙجن...! ۽ زندگي جا رنگ با معنيٰ ٿين...!"

"وِشا!" جيجي جي گُهنج پيل چهري تي خوشيءَ جون ريکائون تري آيون، چيائين، "مونکي تو مان اِها ئي اميد هئي... فرمانبردار پُٽ هميشہ ماءُ پيءُ جي عزت جو ڀرم رکندا آهن."

جيجي يڪدم تيز وکون کڻندي، گهر جي آڳر تي هٿ پکيڙي، جهومر پائڻ شروع ڪئي، پنهنجو آلاپ بلند ڪندي چيائين: "اهڙا ڏينهن منهنجا مالڪ توکان مان گهريا ها...!!"

جيجي جي جهومر تي گهر جا سڀ ڀاتي هن جي چوڌاري ڪَٺي ٿي ويا ۽ پوءِ سڀني جون نظرون مون ڏي کڄڻ لڳيون.

ٻئي ڏينهن بابو، جيجيءَ ۽ امان ڪي، ڀُڦي سلميٰ جي گهر وٺي، ماهين ۽ منهنجو رشتو پڪو ڪري آيو. جنهن بعد سڄي گهر ۾ خوشين جو ٻهار اچي ويو.... اداس چهرا، خوشين جي اميد ۾ ٻهڪي پيا. هر ڏسا منهنجي شاديءَ جو انتظار رهڻ لڳو... ۽ پوءِ اِنهيءَ اميدن جي ساڀيا طور ماهين ۽ منهنجي شادي چنڊ جي چوڏهينءَ رات طئہ ڪئي وئي.

چنڊ جي رات جي انتظار ۾ ماهين ڏاڍي بيچين نظر اچڻ لڳي... صبح.... منجهند.... رات..... رڳو منهنجي حاصلات جي تصورن ۾ ٻوڙندي فون ڪندي نہ ڍاپندي هئي: "هاڻي ڪٿي آهين...؟ ڇا ٿو ڪرين.... مون کي پنهنجي بنائڻ واري فيصلي تي ڪو پڇتاءُ تہ نہ ٿيو اٿئي...؟ شاديءَ جا ڏينهن ويجها آهن، هاڻي ڳوٺ نہ ڇڏجانءِ...! ڇا رکيو آهي شهر ۾...؟ رڳو گاڏين جو دونهون ۽ شور...!!"

"گاڏين جو شور ڇا آهي؟" هڪ رات هن جي گفتگو کان تنگ ٿي کيس چيم: "ماهين تون ڪڏهن يادگيرين جو شور نہ ٻڌو آهي.... ٻُڌين تہ حيران رهجي وڃين....! "

"ڇگو ڇڏ انهيءَ يادن جي ٻوڙ کي ...اهو ٻڌاءِ تہ تنهنجي انتظار جا ڏينهن ڪيئن ٿا گذرن؟"

"انتظار!" چيم: "ڇا جو انتظار؟"

"چنڊ جي رات جو!"

"چنڊ جي رات جو يا شاديءَ جو؟"

"ڳالهہ ساڳي آهي!"

"نہ فرق آهي..."

"ڪيئن؟"

"چنڊ جي انتظار ۾ ماڻهو تہ ڇا چڪورُ بہ بيساهو ٿو ٿئي....!"

"۽ شاديءَ جي انتظار ۾؟"



"شادي جي انتظار ۾ ماڻهو تصورن سان گڏجي ٻوڙي ٿو.... گهونگهٽ کي هٽائي حسين چهري جي ديدار جو تصور.... اکين سان اکين جي ملڻ جو تصور.... شرمائڻ..... چوڙين جي ڇن ڇن.... ۽....."

"۽..... ۽....؟" ماهين جي آواز ۾ شرارت نمايان هئي.

"۽ پوءِ گفتگو...!"

"گفتگو جي پويان؟"

"نيڻن جي مدهوشي !"

"مدهوشي کان پوءِ؟"

"ڀاڪر ـ ڀاڪرن ۾...! جوانيءَ جو جادو...!"

"جوانيءَ جو جادو ڇا آهي؟"

"ٻہ جسم، جڏهن هڪ ٿي وڃن.. ۽ چار اکيون جڏهن ننڊ ايندي بہ سجاڳيءَ جي دامن کي ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هجن.... ۽ سامهون آڪاش تي ٽمڪندڙ ستارا، انهن ٻن جسمن جي محبت جي چُغلي چنڊ تائين پهچائيندا رهن، پر پوءِ بہ اهي ٻہ جوانيون، جوڀن جي مسرت ۾.....!"

"توبهہ!" چيائين: "هاڻي چُپ بہ ڪر...!!"

"ڇو؟"

"ڪنوارو آهين!"

"ناهيان...!!"

"ڇا؟"

"ها!"

"سچ"

"ڪوڙ..."

هن کان ٽهڪ نڪري ويو. چيائين: "اهڙيون ڳالهيون ڪڏهن کان سکيو آهين؟"

"جڏهن کان توسان شادي جي تاريخ ٻڌجي وئي آهي...!!"

ان رات ماهين سان گفتگو ڪندي نہ ڄاڻ تہ ڪهڙي مهل اک لڳي وئي هئي. جڏهن برسات جي اچانڪ بوندن تي اک کُلي تہ يڪدم پاڻ سنڀالي موبائل ڏانهن نهاريم، مُني ڪلاڪ جي ننڊ ڪرڻ باوجود بہ ڪال هلندڙ هئي:

”ماهين....؟“
”جي...!“
”جاڳين ٿي؟“
”ها“
”سوري.... منهنجي اک لڳي وئي.“
”خير آهي...“ چيائين: ”اڄ مان پنهنجي موبائل کي سيني تي رکي، تنهنجي هر ڪچندڙ ساهه کي غور سان ويجهو محسوس ڪيو آهي...! تون ڏاڍو معصوم آهين.... مان شادي کان پوءِ تنهنجي هر درد تي مرهم رکنديس....“
”نه رکي سگهندينءَ؟“
”ڪوشش ڪنديس...!!“
”مشڪل!“
”ڇو؟“
”جيڪڏهن دلين جي ڌڙڪنن تي ڪنهن جو حڪم هلي ها ته پوءِ ڪابه دل درد جي درياهه ۾ نه ٻڏي ها...!!“
”وشال...“
”هون!“
”ڪهڙي سوچ ۾ گم آهين؟“
”گم ڪٿي آهيان!“ چيم: ”جڏهن مان سوچن جي درياهه ۾ گُم ٿي ويندس، تڏهن تون نه ڀُولي سگهندينءَ..... تنهنجا آواز وقت جي واءَ ۾ دٻجي ويندا ۽ تون وشال ـ وشال ڪندي پڪاريندي رهجي ويندينءَ، مان موهن جي دڙي تي رهجي ويل يادن جي دز ۾ موهن جي ناچڻيءَ سان گڏ بيٺل هوندس....“
”وشال پليز اسٽاپُ!“ رات جي خاموش لمحن ۾ هوءَ روئي ويٺي، چيائين: ”پٿردل ماڻهن جي يادِ ۾ ايترو اڳتي نه وڃبو آهي، جتان واپسيءَ جا دروازا نظر نه اچن...!!“
”هوءَ پٿردل نه هئي!“ چيم: ”پٿردل اسان جو سماج آهي، جنهن جي هٿ ٺوڪين مذهبي ورتاءَ هن کي ۽ مون کي جدا ڪري ڇڏيو.... پٿردل ته اهو پيدا ڪندڙ آهي، جنهن اسان کي ٻن مختلف مذهبي گهراڻن ۾ پيدا ڪري، پيار جي پنڌ ۾ ٺوڪرون نصيبُ ڪيون...!!!“



”عشق توکي ڪافر بنائي ڇڏيو آهي...!“ ماهين جي آواز ۾ سختي سمائجي وئي هئي. چيائين: ”جڏهن ستارا ڌرتي تي لهي اچن ۽ ڌرتي پاتال جو محور ٿي وڃي، تڏهين به تون ڪلپنا جي حاصلات کان محروم رهڻو آهين.... اجايو پنهنجو وقت نه وڃاءِ...!!!“

چنڊ جي رات جي انتظار ۾ سڄو گهر خوشين سان سنوارجڻ لڳو. جيجيءَ جا ته وار نيارا ٿي پيا، جنهن گهڙيءَ ڏِسُ لاڏن ۽ ڳيچن جي دنيا ۾ گُم...! ان رات ته پاڙي جي پين جوان ڇوڪرين سان اچي جهومر ۾ لٿي! ڇا ته جهومر جو انداز هئس.... ڏسڻ وارا دنگ رهجي ويا...! پوءِ جڏهن جيجي جهومر ڪيڏندي امان کي زور سان ميدان ۾ جهومر هڻڻ لاءِ لاٿو ته امان جهومر جا ٻه هٿ ڏيڪاري، اچي روئڻ ۾ لڳي ۽ ماهِ لقا جي وڇوڙي ۾ هوءَ وڏا سڏڪا ۽ اوڇنگارون ڏئي رُني. خوشين جي پويان لڪل درد جي گهرائي ۾ ويندي مون کي به ڏاڍو ڏک پهتو:
”امان!“ امان کي ڀاڪر پائي چيم: ”مون کي اها خبر نه هئي ته تنهنجي دل جو درد اڃان به ايترو ڀاري آهي .... مون کي اهو معلوم هجي ها ته شايد شادي طئہ نه ڪريان ها امان...! مون کي معاف ڪجان امان...!“
امان ’سڏڪا ـ سڏڪا زندگي‘ جي محور مان گذري، ڪي ساعتون وڏا ۽ ڊگها ساهه کڻڻ لڳي. هن جي بي ترتيب ٿيندڙ ساهن کي سلجهائڻ جي ڪوشش ۾ مان به روئي ويٺس.
”وشال...!“ امان سڏڪندي اچانڪ خاموش ٿي وئي، چيائين: ”تون به روئڻ لڳو آهين.... بيوقوف چُپ ڪر...!!“
”امان!“ منهنجي لڙڪن ۾ اضافو اچڻ لڳو، چيم ”منهنجي هڪ ڀيڻ به ظالمن نَہ سَنئي...! هاڻي مون کي ميندي ڪير لڳائيندو..... موڙ ۽ ڳانا ڪير ٻڌندو...؟ ڪير اسان جي آڳر تي معصوم زوهيب جي ڇيچ کي پڪڙي، ڪيس گُهمڻ سيکاريندو....؟“
اُها رات گهر جي سڀني ڀاتين، درد جي ياد واري رات طور گذاري...! چؤڏِس سانت جو ماحول ڇائنجي ويو...! ۽ سهرا ڇوندڙ پاڙي جون سڀ عورتون پنهنجي پنهنجي گهر واپس هليون ويون ...!

صبح ٿيندي آمان ۽ جيجيءَ جي اصرار تي مان کين قبرستان وٺي ويس. جتي ’ماھ لقا‘ جي قبر تي ايندي امان ۽ جيجيءَ جا احساس نہ رڪجندڙ ڳوڙهن ۾ تبديل ٿي ويا.

”وِشا....!“

”جيءُ جيجي!“

”اڄ منهنجي وصيت اٿئي.“ جيجيءَ جا لڙڪ اڃان بہ جاري هئا، چيائين: ”مان مَري وڃان تہ مون کي ماهِ لقا جي پرسان دفن ڪجو...! مان مُئي کان پوءِ پنهنجي شهيد ۽ معصوم ماهِ لقا سان گڏجي ’دارالبقاءَ‘ ۾ رهڻ چاهيان ٿي.... منهنجي وصيت کي نہ وسارجان وِشا...!!“



## 12

چنڊ واري رات کان اڳ شام جو ئي اسان جي گهر ۾ خوشين جو ميلو مچڻ لڳو. هر پاسي مرڪن ۽ ٽهڪن جا پڙاڏا گونجڻ لڳا. ڀوڳ ۽ چرچا هڪ پاسي تہ سهرا ۽ ڳيچ ٻئي پاسي. سيني هڪ جيڏن اچي منهنجو پاسو ورتو، چيائون: ”شادي جي پهرين رات، يادگار راتين ۾ شمار ٿيندي آهي، تون انهن گهڙين کي فلمبند ڪرڻ کان اڳ ڪجھ ضروري سکيا وٺ.“

”سکيا؟“

”ها!“

”ڇا جي سِکيا؟“

”ڪنوار کي ڪيئن مڃائجي..... ڪنوار ڏانهن ڪهڙين نگاهن سان ڏسڻ گهرجي...؟ ڪنوار جي نخرن کي ڪيئن مُنهَن ڏجي...؟ يا ڪنوار جي حسرتن جو ڀرم ڪيئن رکجي...؟!“

”واقعي سچ ٿا چئو؟“

”اڙي بيوقوف آهين ڇا؟“ صابو ڳوٺ جي ٻين هڪ جيڏن جي اڳواڻي ڪري رهيو هو، چيائين: ”شادي جي پهرين رات ڪنوار ۽ گهوٽ ۾ وڏي ويڙھ ٿيندي آهي!“

”ويڙھ؟“

”ها...! ويڙھ بہ اهڙي، جنهن شادي رات ڪٽيو، تنهن ڄڻ سڄي زندگي ڪٽيو...!!“

”پوءِ؟“

”پوءِ وري ڇا؟“ صابو ڀرسان سُري آيو، چيائين ”بس رڳو مون کي گڏ وٺي هلجان“

”ڪاڏي؟“

”ڪنوار ڏي - ٻيو وري ڪاڏي!؟“

”وڏا ڪي حرامزادا آهيو!“

هنن جا ٽهڪ ويا ٿي وڏا ٿيندا.

"پري ٿيو سپ!" صابو پنهنجي آواز کي پيهر بلند ڪري لاڏ سان چيو،
"وشال منهنجي ننڍپڻ جو ساٿي آهي، مان ئي ڪيس سڀ ڪجهه سمجهائيندس!"
"سمجهائيندينس وري ڪهڙو، پڪ سان ڏيندينس پيٽ جا سلام!"
"ڪهڙي پيٽ جا؟" هڪ اڌڙوٽ همراهه ٺهڪ ڏيندي چيو.
"آرزو جا، پيو وري ڪنهن جا...."
"مطلبي مرشد وٽان موٽي آئي ڇا؟
"ها هڪ شرط سان موٽي آئي آ."
"ڪهڙي سان؟"
"وشال هڪ رات، پر ڪنوارين سان شادي ڪندو."
"پئي ڪنهن سان؟"
"آرزوءَ سان...!!"
صابوءَ جو لاڏ ڳوڙهن ۾ پڌي ويو.

۽ پوءِ چوڌاري ٺهڪ گونجڻ لڳا ۽ مان چپ ٿي ٿيندڙ تماشي بابت سوچڻ لڳس.

"چُپ!" گهڻي دير کان پوءِ مون کان آواز نڪتو، چيم: "ڪمينا نه ٿيو...! شادي جي محفل آهي يا راڳ ۽ شراب جي...!!!"

نائين بجي ڌاران سموري ڄڃ سان گڏجي پنهنجي ڳوٺ کان ماهين جي ڳوٺ/ گهر اچڻ ٿيو، جتي پهچندي سموري ڄڃ ۾ شامل مرد توڙي عورت سَهرن ۽ جهومر ۾ خوب پاڻ ملهايو، ڳائڻ ۽ وڄائڻ جي محفل کان پوءِ مون کي ڪنوار جي سينگاريل ڪمري ڏانهن آندو ويو، جتي ضروري رسمن کان پوءِ لانئن لهڻ جي رسم پوري ڪئي وئي.

جنهن کان پوءِ بند ڪمرو... ماهين... ۽ مان اڪيلا رهجي وياسين..!
"ماهين ..."
"..... ..."
"ٿورو مون ڏي ڏس!"



"......."
"ماهين...! منهنجي مومل، ٿورو ڪنڌ مٿي ڪر...!!"
"......."
"ماهين... تنهنجو محبوب.... تنهنجي سامهون، تنهنجي لاءِ ڪيترو منتظر ويٺو آهي.... هڪ نگاهه جو سوال آهي...!"
"........"
"جانان!"
"......."
"زندگي!"
"........"
شادي جي پهرين رات ايڏو انتظار...!!"
"........."
"چگو تون پنهنجي شرم ۾ ڪنڌ مٿي ڪٽي نهارڻ نه ٿي چاهين ته پوءِ مان وڃي سمجهي ٿو پوان...! پوءِ نه چئجان گهوٽ........!!!"
"گهوٽ اٺموٽ...!" ماهين جو جُهڪيل ڪنڌ مٿي ٿيڻ لڳو، چيائين: "جنهن رات جي انتظار ۾ منهنجون اکيون ٿڪجي پيون آهن، تنهن رات جي ايندي ڪهڙا حجاب وشال...!"

هن جون اکيون مون کي غور سان نِهارڻ ۾ وڃائجي ويون...! ڄڻ وڃائجي ويل ماضي کي حال ۾ ڏسندي اعتبار نه ايندو هجيس...!!"
"هيلو!" چيم "ڇاتي ڏسين گهوري...؟!"
"پنهنجي محبت جو چنڊ...! سوچيان ٿي جڏهن خواب ساڀيان بنجندا آهن، تڏهن اعتبار ڇو نه ايندو آهي؟"
"ڇا مطلب؟"
"وشال ۽ ماهين جي جوڙي...! مون هميشه خواب ڏٺا هئا ۽ اڄ انهن جي ساڀيان...!!"
"تنهنجو پيار توکي مليو.... توکي مبارڪ هجي ماهين!"
مان سُسِي سوڙهي ٿي ويٺل ماهين ڏانهن وڌي ويس!
هوءَ حيران. ڏسندي ئي رهجي وئي.

"ماهين ...."

"هان!"

"ايترو غور سان ڇا ٿي ڏسين بار بار؟!"

"تنهنجون اکيون...!!" ماهين جي اکين ۾ مرڪ جي چمڪ تري آئي، چيائين: "اُهي اکيون، جيڪي ڪڏهن منهنجي لاءِ اجنبي هونديون هيون، ۽ اڄ منهنجي زندگي جو حصو بڻجي ويون آهن...!!!"

"واهه ماهين واهه...." چيم: "ڇا تہ ڊائلاگ آهي...!!"

"ڊائلاگ؟"

"ها!"

"نہ ...."

"باقي...؟"

"دل جو درد جڏهن برداشت کان مٿي ٿي ويندو آهي، تڏهن لفظ پريم جي پيڙا ۾ ٻي روپ جملا بڻجي ويندا آهن...!!"

"واهه ! تنهنجي پيار جو ڇا تہ انداز آهي...!!"

"تڏهن تہ ڪٿي ويس..."

"ڪنهن کان؟"

"ڪلپنا کان!"

"ڪلپنا کان ڪير بہ ڪٿي نہ ٿو سگهي...!"

هوءَ چپ ٿي وئي!

مون کان ٺهڪ نڪري ويو.

"ماهين ! شادي جي رات، هارَ قبول ڪنديءَ تہ زندگيءَ جا ايندڙ لمحا ڪيئن گذاري سگهنديءَ.... مون کي جيڪڏهن تنهنجي محبت جو احساس نہ هجي ها تہ پوءِ توسان شادي ڇو ڪريان هان...؟ ڇو لَهان هان لائئون توسان...."

"وِشال...!" هن هڪ پيرو پيهر مون ڏانهن غور سان ڏٺو، چيائين "زندگي جي رُڃ ۾ تنهنجي تلاش ڪندي مان ڏاڍا ڪئن لمحا گذاريا آهن.... پر اڄ مان خوش آهيان.... منهنجي اداس جيون ۾ خوشين جا رنگ ٽڙيا آهن.... تون



آهين تہ مان آهيان...! منهنجي خوشي تنهنجي خوشي هوندي... ۽ تنهنجا درد منهنجا درد هوندا......!"

مان ماهين جي ويجهو سُري ويس.... ويجهو. صفا ويجهو...! هن جا ساهہ منهنجي ساهن سان ٿي ٽڪرايا...!

"ماهين!"

"جيءُ...!"

"ٿورو منهنجي ويجهو اچ ؟"

"ويجهو تہ آهيان!"

"اڃان ويجهو اچ !"

"ڪيترو؟".

"ايترو .... جيترو اکيون ۽ اکين جي روشني...!!"

هُن پاسو ورائي مون ڏانهن وڌڻ چاهيو ۽ مان هن ڏانهن...! ساهہَ ساهن سان ٽڪرائجڻ لڳا.......!!!"

"ماهين!"

"هان...!!"

"مان تنهنجي نيڻن جي دنيا ۾ گم ٿيڻ ٿو چاهيان."

ماهين جون اکيون محبت جي جُنون ۾ پوتجڻ لڳيون. هن جو نفيس ۽ نازڪ وجود منهنجي عشق جي آجيان ۾ بيقرار هو. شادي جي پهرين رات هُن مون کي سڀ ڪجهہ سونپڻ ٿي چاهيو. مرڪون... ٺهڪ.... شرارتون....!

"ماهين... منهنجي زندگي.... منهنجي راڻي..... منهنجي جواني جي تڪميل.... مان پنهنجي اڌوري جوڀن جي حاصلات ۾......!!"

"درد...!!" ماهين جا چَپَ ڏُڪڻ لڳا، چيائين "شاديءَ ۾ ايڏو درد...؟ "

"درد کان اڳتي پنهنجائپ جي گهرائي لازوال محبت ۾ شمار ٿيندي آهي!"

"لازوال محبت ڇا آهي؟"

"جنهن جو زوال نہ هجي..."

اوچتو بند ڪمري جي دروازي تي ٿيندڙ ٺڪ ٺڪ جي آواز تي ماهين ڇرڪ ڀري مون کان ڇڄي ڏار ٿي بيهي رهي...!!

پھريون دفعو ڪنهن جي رُخني وجهڻ تي ڏاڍو غصو اچڻ لڳو، پر پوءِ مجبور ٿي دروازي طرف وڌي ويس. دروازو کوليم تہ پُڦي سلميٰ کي ڏٺم، چيائين: ”سرتاج جي فون تي، ڪوئي توسان ضروري ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ چاهي ٿو!“

”ڪير آهي؟“ پڦي سلميٰ کان موبائيل وٺي ڳالهايم.

”هيلو...! ڪير؟“

”وشال...!“ ڇاتل سڃاتل سُڏڪن سان سرشار آواز اچڻ لڳو.

”ڪٿي آهين وشال...!!“

مان چُپ رهيس. ڪِجهان تہ ڪهڙو..... لفظ پنهنجي سگهہ ئي وڃائي ويٺا...!

”وشال... وشال... مان ڪلپنا ٿي ڳالهايان...!“

”ڪلپنا ... سُڃاڻان ٿو!“

”وشال بابي جي موبائل صبح کان بند هئي.... هاڻي اطلاع مليا آهن....“

”ڪهڙا اطلاع مليا؟“

”بابو ديهانت ڪري ويو آهي....“

”ڇا؟“

”ها وشال...! بابو اسان کان موڪلائي بہ نہ ويو...!“

”پوءِ؟ هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“

”تون بابي جي لاش جي وارثي ڪر.... اسان سياڻي تائين پهچي ويندا سين...!“

”پر....؟“ منهنجو آواز خشڪ ٿيڻ لڳو، چيم: ”هن مهل...!!؟؟“

”ها هن مهل وشال...! بابي وٽ هاڻي جو هاڻي پهچ...!!!“

”شادي جي پهرين رات آهي!“

”ڪنهن جي شادي؟“

”منهنجي!“

”تنهنجي؟“ هوءَ سڏڪندي بہ حيرت ۾ اچڻ لڳي هئي.

”ها!“

”ڪنهن سان؟“



”ماهين سان...!!“

”وشال!“ ڪلپنا جي سڏڪن ۾ وڌيڪ اضافو اچي ويو، چيائين: ”قسمت جي ڳالهہ آهي.... توکي خوشي، مون کي غم...!!“

پوءِ ڪال ڪٽجي وئي يا ڪلپنا پاڻ ڪٽي ڇڏي!

منهنجون اکيون ڳوڙها وهائڻ لڳيون.

درد جي شدت کي محسوس ڪندي ماهين طرف موٽي آيس، چيم: ”تنهنجي ۽ منهنجي شادي جون پهرين رات واريون خوشيون اڌوريون رهجي ويون!“

”ڇو؟“ ماهين جو تعجب وڌڻ لڳو

”اڄ ڌرتيءَ سان بيحد پيار ڪندڙ هڪ عظيم انسان جو ديهانت ٿيو آهي!“

”ڪنهن جو ديهانت ٿيو آهي؟ ڇا نالو اٿس؟“

”ڪاڪي پرڪاش...! ڪلپنا جي پِتا جو...!!“ منهنجي اکين مان ڳوڙهن جون قطارون جاري هيون، چيم: ”مون کي اجازت گهرجي.... مان سڄي زندگيءَ جي ميار نہ ٿو کڻڻ چاهيان ماهين...!“

ماهين کان منهنجي حالت ڏٺي برداشت نہ ٿي، ويجهو اچي منهنجي همدرد بڻجي آٿت ڏيندي چيائين ”تنهنجو وڃڻ ضروري آهي، تہ تون وڃ...! مون کي تنهنجي واپسي جو انتظار رهندو...!“

مون پنهنجي لڙڪن تي قابو آڻيندي ماهين ڏانهن ڏٺو. هن جي چهري تي ڪوڙ سارا سوال نظر آيا، پر مان ڪو بہ جواب ڏيڻ بنا ڪمري کان ٻاهر اچڻ لڳس...!!

”ڪڏهن موٽي ايندين؟“

”سياڻي يا شايد پئي ڏينهن!“

”ايڏو انتظار؟“

”ڪڏهن ڪڏهن ڪجهہ گهڙين جو انتظار، جنمن جي ساٿ ڏيڻ ۾ مددگار ٿيندو ثابت ٿيندو آهي...“

مون ماهين ڏي آخري نگاهہ ڦيري ڏٺو. هن جي چهري تي اداسيءَ جا پاڇا گهرا ٿي، پيڙائن جي لڪيرن ۾ تبديل ٿي ويل هئا. هن جي چهري کي وڌيڪ نہ

ڏسي سگھڻ ڪري جلد ئي ٻاهر هليو آيس. جتي ادا سرتاج کي پنهنجي موبائل واپس ڪندي چيم: ”سرتاج! منهنجي مُک تي خوشين جا پل موڙ پڌل هجن، پر مان هڪ انساني حقن جي اڳواڻ ناتي، انساني همدردين ۾ غفلت جو مظاهرو نه ٿو ڪري سگھان...!“

مون گاڏي اسٽارٽ ڪري اڳتي وڃڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، صابو ڊوڙندو مون طرف وڌي آيو، چيائين: ”وشال هن مهل ڪيڏانهن؟“

”.....“

مان ڪجھ نه ڪڇيم!

”ڪاوڙيو ٿو وڃين ڇا؟“

”.......“

”ڪجھ ته ٻڌاءِ؟“

”.........“

”ڇگو تون پليي وڃ گھوٽ، مان صبح سان ڪنوار کي جڃ سان گڏ وٺي ايندس...!!“

صابو جي مذاق تي اوطاق ۾ ويٺل سڀني ڇاڇين کان زوردار ٽهڪ نڪري ويا، پر مون سڀ ڪجھ درگذر ڪري ڪاڪي پرڪاش جو سوچيو.

لاڙڪاڻي ۾ ڪاڪي پرڪاش جي گھر پهچندي منهنجي اندر مان اٿاھ اوچنگارون جاري ٿيون... شايد لاڙڪاڻي جي تاريخ ۾ اهو پهريون واقعو هو جو هڪ ’هندو‘ جي سرد لاش مٿان هڪ ’مسلمان‘ جي دل سڏڪا ڀري روئي رهي هئي ...! پڪ سان احساس جا رشتا، مذهب، ڌرم ۽ رت جي رشتن کان به وڌيڪ درد رکندا آهن...! ڪاڪي پرڪاش جي لاش کي پاڙي جي هِندن سينگاري، سنواري ۽ سنڀالي رکيو هو........!!...!!

صبح جو ماڻهن جي ميڙ ۾ اضافو اچڻ لڳو، سڀ هندو ڪاڪي پرڪاش جي گھر، سندس وارثن راجڪمار ۽ ڪلپنا جي انتظار ۾ بيچين نظر آيا.... ڏينهن جو ساڍي يارهين بجي ڌاران راجڪمار ۽ ڪلپنا ٻاءِ ايئر موهن جي دڙي ۽ موهن جي دڙي کان لاڙڪاڻي پهتا..... ڪاڪي پرڪاش جي سرد جسم مٿان



ايندي راجڪمار جون اکيون وڏ ڦڙي مينهن جيان ٽمي پيون ۽ ڪلپنا ته پتا جي وڇوڙي ۾ اصل بيهوش ٿي پئي...!!

”راجڪمار ٿوري شانت!“ مان راجڪمار جي پرسان سُري آيس، چيم: ”هر انسان جو روح پرواز ڪري وڃڻو آهي...!!“

”وشال!“ راجڪمار مون طرف وڌي آيو، چيائين ”بابي جي ڪنهن به سار نه لڌي...! بابو ڌرتيءَ جي عشق ۾ نندڙڪو ٿي ديهانت ڪري ويو.“

راجڪمار جا سڏڪا درد جي پاتال مان ڦٽي نڪتل ٿي لڳا.

”راجڪمار!“ منهنجون اکيون به ڳوڙهن کي نه روڪي سگھيون، چيم: ”هي فاني جهان آهي، هر ڪنهن کي هيءَ دنيا ڇڏڻي آهي..... ٿورو پاڻ سنڀال منهنجا ڀاءُ...!!!“

راجڪمار ڪي گھڙيون منهنجي ڀاڪرن ۾ سڏڪن وِڃ سڏڪا ڀري گونگا ڳوڙها هاريندو رهيو، جنهن کان پوءِ مون هڪ ڏکي نگاھ سان ڪلپنا ڏي ڏٺو.... هوءَ درد ۾ بيحال هئي.... هن جا وکريل وار هن جي پيڙا گاڏڙ احساسن جو رد عمل هئا...!

”ڪلپنا....“

منهنجي آواز تي هن جيئين ئي پوئتي نهاريو ته دانهن نڪري ويس.

”وشال!“ ڪلپنا سڏڪن ۾ پئجي وئي، چيائين: ”مون توکي بابي جي پارت ڪئي هئي..... تو به بابي جي سار نه لڌي...!!“

”ها ڪلپنا. مان تنهنجو ڏوهي آهيان...!!“

”مون کي بابو پرچائي ڏي!“ ڪلپنا سُڏڪندي منهنجي پرسان اچي ويٺي، چيائين: ”منهنجو بابو هميشه لاءِ ناراض ٿيو ٿو وڃي وشال...! منهنجي بابي کي چئه اسان ڀاءُ ڀيڻ واپس سنڌ آيا آهيون..... هو ڪاوڙ ختم ڪري.....!“

”ڪلپنا. ايترو نه روءُ...! منهنجي سنڌ جي دوست کي سنڌوءَ جون اداس لهرون پڪاري رهيون آهن...! پليز ڪلپنا.... تون ايڏا ڏکا ۽ اڻ ڪٿ سڏڪا ڀري ڪاڪي پرڪاش جي بيچين روح کي رنجُ نه پهچاءِ...!!!“

راجڪمار جي پهچندي، پنچائت جي رسمن مطابق ڪاڪي پرڪاش جي سرد جسم کي انتيم سنگسڪار ڪرڻ لاءِ مساڻ طرف نيو ويو، مان به هاريل قدمن سان ڪلپنا ۽ راج ڪمار کي سهارو ڏيندي مساڻ طرف آيو هئس، جتي

باھہ جي شعلن ۾ ڪاڪي پرڪاش جي وجود کي سڙندي ڏسي پائنيو ھئم، جڻ ڪاڪي سان گڏ ڪلپنا جون اميدون بہ دم ٽوڙي چڪيون ھيون. مون ھڪ ڏکي نگاھہ سان ڪاڪي پرڪاش جي سڙندڙ وجود ڏانھن ڏٺو تہ ٻي نگاھہ سان ڪلپنا جي اکين مان وھندڙ ڳوڙھن ڏانھن! ھوءَ پتا جي وڇوڙي واري صدمي ۾ نھوڙجي وئي ھئي.

مساڻ کان واپسي تي گھر ايندي ڪلپنا ڏانھن نهاري ڪيس سمجھائيندي چيو ھئم:

"ڪلپنا...! ھر جيون جو انت وڇوڙو آھي...! لڙڪن جو درياھہ سُڪي تہ سگھي ٿو، پر موت جي دار تي چڙھيل جيون واپس ھرگز نہ ايندو آھي...!!"

درد درياھہ آھي۔

درد جي ان درياءَ ۾ ٻڏندي نہ ڪلپنا تارَ پائي سگھي ۽ نہ مان...!!

"وشال!"

"جي!"

"مان اڪيلي ٿي ويس!"

"تون اڪيلي ڪٿي آھين ڪلپنا!" چيم"اڪيلائيءَ جي زندگي تہ ڪاڪي پرڪاش گذاري! حياتي ۾ بہ، حياتي کان پوءِ بہ...!!"

"وشال مان بہ اڪيلي آھيان..."

"ڇري آھين ڇا؟" چيم: "خدا راجڪمار کي ڏکي ڄمار بخشي...! پاڻ ھوندي ڪا بہ پيڻ اڪيلي نہ ھوندي آھي...!"

"راجڪمار ۽ منھنجا خيال نہ ٿا ملن...!" درد جي شدت کان ڪلپنا ھڪ اوچنگار ڏني، چيائين: "راجڪمار ھندستان مان شادي ٿيڻ سبب ھندستان ۾ رھڻ چاھي ٿو ۽ مان اُتي نہ ٿي رھي سگھان.... پرائي ڌرتي تي رھندي منھنجو ساھہ ٿو گھٽجي..... نہ ماڻھو پنھنجا، نہ ڌرتي... بابو بہ ساٿ ڇڏي ويو.... مان اڪيلي ڪيئن جيئنديس...!!؟"

ڪلپنا سڏڪندي اندر ڪمري ۾ ھلي وئي، موٽي آئي تہ ھن جي ھٿ ۾ ڪاڪي پرڪاش جي ڊائري ھئي.

"وشال بابي جو آخري نظم پڙھنديں؟"



"ھا۔" چيم: "ڪاڪي پرڪاش جي حياتي جو آخري نظم، مون کي ضرور ٻڌاءِ........!!"

**"اي جوانو!**
**ديس جي تاريخ**
**۽ تھذيب ڇا آھي؟**
**راھ ويندي رھزنن کان**
**ڦوھ جوين ڇو ڪسن ٿا!؟**
**ٽورڙو بازوق تي**
**ديس جي تاريخ پڙھجو**
**اي جوانو!**
**عشق، محبت۔ اھنسا سان**
**ٺھڪ۔ مرڪون۔ چلولايون،**
**پيار پائي۔ پل پڪيڙيو**
**پر۔**
**ديس جي نئين آجپي لئہ**
**خون ھاريو۔ گھاو کائو!...!!"**

"ڪلپنا! پنھنجي ڪاڪي جي شاعري تمام گھڻي سگھاري آھي .... ڪاڪو پرڪاش مري ويو، پر ان جو فن نہ ٿو مري سگھي...! ھن جو نانءُ ڪوتائن جي سفر ۾ صديون زندھہ رھڻو آھي...!!!"

شام ڌاران راجڪمار کان موڪلائي ڪلپنا ڏانھن آيس.

"تون وڃين ٿو؟" ڪلپنا جي اکين ۾ درد لھي آيو تہ پاڻ روڪي نہ سگھي، چيائين "بابي جي پڳڙين تي ضرور اچجان..."

"پاڻ کي روڪ ڪلپنا.... ايترو نہ روءُ..... درد حياتين کي کائيندا آھن...!!"

"سڄي حياتي جو وڇوڙو آھي...! ڪيئن نہ روئان...!!"

"مان مڃان ٿو ڪلپنا...!" چيم: "پر حياتِ جي منزل فنا آھي...!!"

ڪلپنا ۽ مان ڳالهائيندي دروازي تائين آياسين، جتي ڪاڪو پرڪاش اڪثر گُهمندي ڦرندي نظر ايندو هو..... پر اڄ اهو هنڌ خالي هو.....!!

”وشال...!“ ڪلپنا جون اکيون اڃان بہ جهڙاليون هيون. چيائين ”تون شادي بہ ڪري ڇڏي، مون کي ٻڌائڻ بِنا! هڪ دوست جي ناتي ئي ٻڌائين هان؟“

”ڄاڻي واڻي نہ ٻڌايم!“

”سبب؟“

”تنهنجي ۽ موهن جي وچ ۾ ديوار نہ پئي ٿيڻ چاهيم!“

”موهن حالتن جو سمجهوتو هو ۽ تون ڀروسو....“

”ڪلپنا مان بہ مجبور هوس!“ چيم: ”تون ڇڏي وئين، مان پاڻ کي سنڀالي نہ سگهيس...! تنهائي جي عالم ۾ رهندي مون کي ماهين جي محبت جو احساس ٿيو...! مون کي محبت نہ ملي تہ ماهين ڪهڙو ڏوهہ ڪيو؟“

”تو وقت جي وهڪري ۾، جذباتي فيصلو ڪري پنهنجي محبت کي لوڙهي ڇڏيو!“

”ڇا...؟“ مون کان دانهن نڪتي، چيم: ”ڪلپنا! منهنجي محبت تي ايڏو الزام نہ ڏي...! مان جڏهن کان محبت جي ميدان ۾ پاڻ سنڀاليو آهي، تڏهن کان توسان ئي پريم ڪيو آهي..... توکي پنهنجو بنائڻ ۾ مون وڏو انتظار ڪيو... ڪشالا ڪاٽيا.... پر تون موهن جي زندگي ۾ هلي وئين...!!!“

”موهن ماڻهپي جي احساس کان خالي هو...!“ ڪلپنا جا نيڻ ڇُلڪي پيا، چيائين: ”مان هن جي زندگي ۾ گهڙي وڃڻ کان اڳ ئي هن کي پرکي ڏٺو.... هو شڪي مزاج طبيعت جو مالڪ ۽ ابهري حاصلات جي ڪڏي سوچ رکندڙ بيڪار شخص هيو... جڏهن هو منهنجي تصور کان بہ گهٽو نيچ ثابت ٿيو، تہ مون پڇتاءَ جا ڳوڙها ڪٽي، تنهنجي زندگيءَ ۾ واپس اچڻ جو فيصلو ڪيو، پر اُن جو اظهار، مون سنڌ ۾ واپس اچي موئن جي دڙي تي هلي، توسان روبرو ڪرڻ پئي چاهيو.....!!“

ڪلپنا اکيون جهڪائي ڇڏيون!

نہ هوءَ ڪڇي نہ مان.



هڪ اڌ ساعت بعد هن ڪنڌ مٿي ڪري نِماڻين نظرن سان مون طرف پيهر ڏٺو ۽ چيو ”تو ٿورو بہ انتظار نہ ڪيو وشال.... مان تنهنجي ٿيڻ لاءِ هميشہ سنڌ ۾ رهڻ چاهيو هو...!!“

”ڪلپنا! جڏهن مان تنهنجو ٿيڻ چاهيو، تڏهن تون منهنجي نہ ٿي سگهينءَ ۽ اڄ جڏهن تو منهنجي ٿيڻ جو فيصلو ڪٽي آئي آهين، تڏهن مان ٻئي ڪنهن جو ٿي چُڪو آهيان.... زندگيءَ جو اهو وڏو درد آهي، تنهنجي لاءِ بہ تہ منهنجي لاءِ بہ...!“

مون کان ڪلپنا جي حالت ڏٺي برداشت نہ ٿي ۽ مان منتظر محبتن جو درد ڪٽي اهو سوچيندي ٻاهر آيس: ”جيڪڏهن مان ۽ ڪلپنا وچايل وقت کي اڳ ۾ هڪ ٻئي کي جيون ساٿي بنائڻ واري فيصلي تي عمل ڪري چُڪا هجون ها تہ، اجري ڏرتيءَ جا ميرا ماڻهو، اسان جي ان فيصلي جي ردعمل ۾ خاموش رهن ها؟“

مون ٻاهر ايندي ئي گاڏي جو رُخ واپس ماهين جي ڳوٺ ڏانهن ڪيو، جتي هوءَ الڪن ۾ اداس ويٺل هئي.

”ماهين!“ چيم: ”مان موٽي آيو آهيان.“

”.........“

”ناراض آهين؟“

”مان ناهيان ناراض!“ ماهين جي آواز ۾ نرمي هئي، چيائين ”بابو! ناراض آهي، ان جي ناراضگي کي مُنهن ڏجان...!!“

”اچي وئين وشال پٽ!“

”ها پُڦي!“ وراڻيم: ”پُڦي...! پُڦڙ کي تون سمجهاءِ.... مان وڏڙن سان اکيون ملائي نہ سگهندو آهيان...!!“

”تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر!“ پڦي سلميٰ جي آواز ۾ پنهنجائپ شامل هئي، چيائين: ”مان ماهين جي پيءُ کي اڳواٽ ئي سمجهائي ڇڏيو آهي، ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون مجبوريون سامهون اچي وينديون آهن، جن سان نڀائڻ فرض بنجي پوندو آهي!“

”امان ۽ جيجي منهنجي قريب اچي ويٺيون.

"ماهين! هاڻي هلڻ گهر جي؟"
"ڪيڏانهن؟"
"پنهنجي گهر، جيڪو 'تنهنجو پنهنجو گهر' آهي...!!"
ماهين جي ايندي اسان جي گهر ۾ خوشيءَ جون رونقون پيهر موٽي آيون. ماهين مون سان گڏ منهنجي، آمان ۽ جيجي جي پرگهور لهڻ پنهنجو فرض سمجهڻ لڳي.

شاديءَ جي ٽين رات حسب معمول جيان خيالن جي دنيا گم هئس، جو ماهين الائي ڪيتري وقت کان منهنجي مٿان اچي بيٺي هئي....
"وشال...!" هن جي اچانڪ آواز تي ڇرڪ پريم ته، چيائين "ماضيءَ کي ڪير به حاصل نه ڪري سگهيو آهي.... پاڻ کي نه وڃاءِ وشال...!!"
"ها ماهين تون درست ٿي چوين! ...پر مان سوچيان ٿو ته هوءَ اڪيلاين جي صحرائن ۾ ڪيئن گذاري سگهندي...؟ نه ڪيس ڪوئي آٿت ڏيڻ وارو آهي ۽ نه ڪيس پيار جي دنيا ۾ واپس وٺي اچڻ وارو...! تنها جيون جون تنها شامون هن کي تڙپائي وجهنديون...!"
اها رات مون پوڳنائن جو سفر ڪندي گذاري ۽ صبح ٿيندي مان ڪاڪي پرڪاش جي تيجهي/ پڳڙين جي رسم ۾ شرڪت لاءِ لاڙڪاڻي هليو آيس. سڄو ڏينهن گذريو، پر مان هڪ لفظ به نه ڳالهائي سگهيس. مسلسل هفتو ڏيڍ گذريو، پر منهنجي خاموشي نه ٽٽي. خاموشين جا درد منهنجي وجود تي مڪمل طور قابض رهيا ۽ مان نه ڀُوٽ جو رهيس ۽ نه لاڙڪاڻي جو! منهنجي عجيب حالت هئي. نه ماهين سان اکيون پٽي ملائي سگهيس ۽ نه ڪلپنا سان. پنهنجي خاموشيءَ کي پاڻ ئي ڪڏهن جرم پٽي سمجهيم ته ڪڏهن پرم...!!
ٻارهين ڏينهن راجڪمار ڪلپنا سان گڏجي ڪاڪي پرڪاش جي جسم جي خاڪ کي سنڌوءَ حوالي ڪري، انڊيا واپسي جي تيارين ۾ لڳي ويو...!!
ٽيرهين ڏينهن جي شام منهنجي لاءِ لڙڪن وهائڻ جي شام ثابت ٿي.... مون کي راجڪمار ۽ ڪلپنا کي الوداع ڪرڻو پيو.... هر ڪجندڙ ساهه ۾ پيڙا محسوس ڪيم.... دل اندر ئي اندر ۾ ڏاڍو رُني.... سڏڪا ڀريا........!!...!!
"وشال..."



منهنجون اکيون کليون.... خيال ٽُٽا.... راجڪمار مون ڏانهن وڌي آيو، مرڪ ۽ لڙڪ جي گڏيل آواز ۾ چيائين: "وشال! جيڪڏهن سنڌ ۾ مستقل بنيادن تي امن قائم ٿيو ته سنڌ ضرور موٽي ايندا سين، ڇو ته سنڌ اسان جي وڏڙن ۽ اسان جي اُها جنم ڀومي آهي، جنهن جي ذري ذري جي خوشبوءِ اسان جي ساهه ۾ سمايل آهي......!!"
راجڪمار جي خاموش ٿيندي مون ڪلپنا ڏي ڏٺو. هوءَ اداس به هئي ته خاموش به...!!
"ڪلپنا تون ڳالهاءِ!" چيم: "ان کان اڳ جو تون ۽ مان جدا ٿي وڃون.... تون پنهنجي لڪل درد کي زبان تي آڻ!"
"ڇا ڳالهايان؟"
"جيڪو دل چَوَئي، ڳالهائڻ سان دل جو بار هلڪو ٿيندو آهي!"
"منهنجو روح بابي جي آستين سان هڪ واعدو ڪري آيو آهي..." ڪلپنا گهڻي دير کان پوءِ ڳالهايو.
"ڪهڙو واعدو؟"
"تنهنجي ڪلپنا هاڻي ڪڏهن به سنڌ نه ايندي ...! "
"پر ڇو؟" چيم: "ايڏي سزا ڪنهن کي ٿي ڏئين؟"
"پاڻ کي!"
"ان جو سبب؟"
"بابو مري ويو...! منهنجي محبت مري وئي...... منهنجي سنڌ ۾ هو موئن جو دڙو .... مان هر سزا جي حقدار آهيان....!!"
ڪلپنا منهنجي اکين ۾ غور سان تَڪي، سڏڪا ڀريندي منهنجي اکين کان ڏور وڃڻ لڳي، منهنجو اندر جلاوطن محبت جي درد ۾ اڌو اڌ ٿيڻ لڳو...!!!
درد جي ان اضطراب ۾ مون ڪيترين ئي گهڙين تائين اکيون نه ڇنڀيون، يڪ ٽڪ نگاهن سان ڪلپنا جي دور ويندڙ وجود کي حسرت مان تڪيندو ئي رهجي ويس...! ڏک اهو هو ته هن ڀيري سنڌ کي الوداع ڪندي هوءَ تمام گهري صدمي مان گذري هئي...... ڏک جي ان عالم ۾ هن ويندي ويندي هڪ نظر سان به پوئتي نه نهاريو......!!

پيڙا جي رچ ۾ ڦٽڪندي ڪيترين ئي سوچون آيون ۽ ويون ٿي.

"هن ائين ڇو ڪيو .....؟ هن جي دل ته رني ٿي، پر هن جي نيڻن ۾ لڙڪن جي آلاڻ ڇو ظاهر نه هئي...... هڪ پل دور نه رهي سگهڻ واريءَ جدائيءَ جو ايڏو رڻ ڇو جهاڳيو.....؟ اسان جو پيار قومي فڪر جي روشنيءَ ۾ پروان چڙهيو هو.... نه هن جي من ۾ ميراڻ هئي ۽ نه منهنجي سوچ ۾ ڪوئي غرض...! پوءِ مجبورين جي ڪهڙي طوفان هن جي نفاست کي ريزا ريزا ڪري ڇڏيو...!! هوءَ وکري وئي مان دربدر ٿي ويس.... محبتون جلاوطني جي زد ۾ اڌوريون رهجي ويون...!

سڄي رات پنهنجي ڪيفيت پاڻ کي سمجهه ۾ نه آئي.

مان ايترو ڪمزور ڇو ٿيو هئس...؟ پاڻ وٽ به ڪو مثبت جواب نه هو!

سڄي رات هڪ ساعت لاءِ اک نه لڳي. سوچن جي طوفان جي مٿي اکين کي سُجائي ڇڏيو. هر سوچ اڌوري ۽ ٻُسي پئي لڳي.

"ماڻهو فطري طور آزاد هوندي به غلام ڇو آهي...؟ مذهبي غلامي کان، قومي غلامي تائين تنگ نظرين جا ڏگها چار وچايل آهن، جن جي تاج ڪير به اُڪاري نه ٿو سگهي ....؟"

پر..... پر مون سمجهيو پئي ته منهنجي روح جي پيڙا سوچ جي ڪنهن به ڪارج کي نه پئي ڇهيو...!!

هوءَ هلي ويندي، مون ته اهڙو ڪوئي خواب به نه ڏٺو هو...! اذيتن جي روڳ من کي ڪوڪلو ڪري وڌو...! هر شيءِ بيڪار... ڄڻ پنهنجو جنم اجايو ٿيو هجي....!!

صبح ٿيندي ماهين چانهن کڻي آئي. گرم چانهن جا ٻه ڍُڪ هڻندي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. منهنجي حالتن کي رات کان پوڳنائڻ مان گذرندي ڏسي هن جا نيڻ به پرجي آيا. چيائين: "مان تنهنجي درد کي سمجهان ٿي، پر ٿورو پنهنجي صحت جو خيال رک...!!"

مون هڪ نظر سان ماهين ڏانهن ڏسندي ڪجهه نه ڪڇيو.

"اڏامندڙ پکين کي پنهنجو سمجهڻ وڏي غلطي هوندو آهي، تون حقيقتن کي نظر ۾ رکي پاڻ سنڀال!"

"ڪيئن سنڀاليان؟"



"سمجهوتو ڪري!"

"سمجهوتي جو پيو نانءُ دوکو آهي. دوکي جي انڌيري ۾ جياپو گذارڻ به اذيت جو حصو آهي...!!"

"جيئن رات جي پويان صبح جي روشني ضرور ٿيندي آهي، تيئن درد جي پويان خوشيون به منتظر هونديون آهن وشال...!"

"ڪهڙيون خوشيون ماهين....! مون پنهنجي حصي جون خوشيون توکي ارپي ڇڏيون آهن ۽ تنهنجي حصي جا لڙڪ پنهنجي حياتيءَ جو حصو بڻايان اٿم...!!"

"وشال! ان ۾ منهنجو ڪو قصور ته ناهي!"

"قصور نه تنهنجو آهي نه منهنجو ۽ نه ئي ڪلپنا جو...! قصور هٺ توڪين روايتن جي ان علمبردار سماج جو آهي، جنهن جي فيصلن ۾ ڌرتيءَ جا غير فطري ورهاڱا ٿين ٿا ۽ قومن ۾ نفرت جو ٻج پوکجي ٿو...!!"

ماهين منهنجي ويجهو وڌي آئي، هن جي اکين ۾ به درد جي گهرائي هئي، چيائين: "پريم جي پنڌ ۾، جڏهن تنهنجا پير ڇيو نه ڪن، تڏهن به مان تنهنجي هونديس! تون مون کي پاڻ کان ڪيترو به پري رک، پر مان هر جنم ۾ تنهنجي رهڻي آهيان... مون کي توکان ڪابه شڪايت نه هوندي ۽......!!" دروازي جي دستڪ تي ماهين ڇرڪ ڀري مون کان پري ٿي بيهي رهي ۽ آواز ڏنو: "اچو...! دروازو کليل آهي!"

دروازي جي کلندي حيران ۽ دنگ رهجي ويس.

اکين تي اعتبار ئي نه ٿي آيو!

"ڪلپنا تون...!!"

"ڇو؟ نه ٿي اچي سگهان ڇا؟"

"ها .... پر.....!"

"ڇا پر.... مان تنهنجي محبت جي درد ۾ به جي وچان ها، پر سنڌ کان جلاوطني جو درد زندهه لاش بڻائي ڇڏي ها...! مان "هند" وچان هان ته منهنجو روح سنڌ جي نگر نگر ۾ ڦٽڪندو رهي ها.... جلاوطني کي درد جو روڳ سمجهي منهنجا پير سرحدن جي ليڪن کي نه لتاڙي سگهيا .....!"

ڪپلنا جا نيڻ ڇُلڪي پيا.

منهنجي جيون ۾ لهي آيل درد جو انت ٿي ويو. ڏرا ڏئي ويل نيڻن ۾ روشني ڀرجي آئي.

”ماهين...! توکي شاديءَ جي مبارڪن ڏيڻ سواءِ مان ڪيئن هلي وڃان ها!“ ڪلپنا وڏي اچي ماهين کي پنهنجي ڀاڪرن ۾ ڀريو. چيائين: ”وشال ۽ منهنجي وچ ۾ موجود تعلقاتن کي ڪڏهن به غلط نه سمجهجانءِ ..... اسان فطرت جي جذبي سان هڪ ٻئي کي چاهيو، پيار ڪيو ۽ لاحاصلات جو حصو بڻايو....! وشال منهنجي روح جي شدت جو حصو هوندي به تنهنجي وجود جو حصو ٿي ويو آهي.... توکي ڪاميابي جون مبارڪون هجن...!“

ماهين جو چهرو ٻهڪي پيو.

ڪلپنا جي آواز ۾ خوشي گاڏڙ احساس اڀري آيو. چيائين: ”تون مون کان اڪيون ڇو ٿو چورائين...! انساني حقن جي اڳواڻ کي جرئتمندي جو مظاهرو ڪرڻ گهرجي...! زندگي جي اڳتي واري سفر جو سوچ، جنهن سان مضبوط مستقبل جي ضمانت ٿئي ٿي....!

”ڇا سوچيان؟“

”ڌرتي جي اپمان ۽ ان جي قومي استحصالين خلاف آواز اٿارڻ واري تحريڪ ۾ نئون روح ڦوڪڻو آهي...... اسان جي خوشحال ڌرتيءَ جو ڏتڙيل عوام هاڻي بيدار ٿي امن ۽ آجپو چاهي ٿو...!!!“

”ڪلپنا! مون کي هڪڙي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي؟“

”ڪهڙي؟“

”تون ويندي، ويندي ڪيئن موٽي آئينءَ؟“

”راجڪمار هليو ويو، مان نه وڃي سگهيس...! ائين پئي لڳو جڻ ڌرتي منهنجي پيرن کي پڪڙي چوندي هجي: ”جڏهن موت اچڻو ئي آهي، پوءِ فراريت ڇا جي؟ مرجي ته پنهنجي ڌرتي جي مارڳ ۾ مرجي...!. ڌرتي کان دور ويندي ويندي مٽي کي چڪر ٿي آيا ۽ ماڻهو ڪٿي به هجي، پر پنهنجي ڌرتي تي واپسي ضرور ڪري، واري يادگيري سنڌ جي مٽيءَ کي ماٿي لڳائڻ تي مجبور ڪيو...!!!“

مان چُپ رهيس، ڪلپنا چپ نه رهي. چيائين: ”وشال! اڄ توکي مون سان هڪ واعدو ڪرڻو پوندو؟“



”واعدو....؟! ڪهڙو؟“

”مان تنهنجي محبت جي وڃائجڻ ڪانپوءِ ڌرتي جي محبت کي فنا ٿيڻ نه ڏنو آهي..... ماروئڙن جون ڇيخون ۽ ڳيرن جا سڙندڙ جسم مدد جي تقاضا ڪري رهيا آهن....... هاڻي مائرن جون خالي جهوليون ڏئي برداشت نه ٿيون ٿين..... ڌرتي جي ان داڻهن ۾ تون مون سان ساٿ ڏيڻ جو وچن ڪر...... ڌرتي کي اسان جي ضرورت آهي...!!!“

”ڌرتي جي ان جدوجهد ۾ مان به توهان سان گڏ آهيان...!!“

مان اکين مان ظاهر ٿيندڙ ڳوڙهن کي اُگهي ماهين ڏانهن ڏٺو، هوءَ پر عزم ارادن سان ڪلپنا جي ويجهو اچي بيٺي.

*************